# بابا فريد گنج شڪر جا دوها

(سنڌي ترجمو)

مترجم
**آغا سليم**




انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ
ڄامشورو
1990ع

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 151

پهريون ايڊيشن: ڊسمبر 1990ع


عبدالقادر جوڻيجي، ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، نيو ڪئمپس، ڄامشوري، ضلعي دادو سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

ولي رام ولڀ، ايڊيٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي نگراني هيٺ لغاري اين لغاري ڪارپوريشن، ڪلهوڙا ڪالوني، حيدرآباد سنڌ، ڪمپوز ڪيو ۽ الائيڊ پرنٽنگ ڪارپوريشن حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو.

مُلهه ●.00 رپيا

ISBN 969-405-033-2

**BABA FARID GUNJ-SHAKAR JA DOHA**
(A translation of Dohas of Baba Farid Gunj-Shakar from Punjabi into Sindhi)
By: Agha Saleem

Composed by Laghari'n'Laghari Corporation, Kalhora Colony, Hyderabad Sindh and
Printed by Allied Printing Corporation, Hyderabad Sindh

Supervised by Vali Ram Vallabh, Editor, Institute of Sindhology, Jamshoro.

Published by Abdul Qadir Junejo, Director, Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro, District Dadu, Sindh, Pakistan.

First Edition: December 1990

Price Per Copy: Rs. ●.00

# ترتيب

صفحو

# پبلشر پاران

بابا فريد گنج شڪر جا دوها، سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ نوان ڪونهن. ورهاڱي کان اڳ، سنه 1913ع ۾ پهريون ڀيرو اهي "شيخ فريد جا سلوڪ" جي عنوان سان گور سنگت، هيرآباد حيدرآباد پاران ڇپيا. پر هن وقت انهيءَ ڪتاب جو ملڻ ڏکيو آهي. انهن دوهن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي طرفان ٽئين رنگ ۾ روپ سان ڇاپاني پڙهندڙن اڳيان پيش ڪندي، مون کي فخر ۽ خوشي محسوس ٿي رهي آهي. هنن دوهن جي خوبي اها آهي ته محترم آغا سليم، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو وڏو ڪهاڻيڪار، ناول نويس ۽ شاعر آهي، انهن دوهن تي محنت ڪري، صاف به ڪيو آهي ته انهن جو سنڌي ترجمو به ڏنو آهي، جنهن ڪري پڙهندڙن کي دوهن جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ ۾ ڏکيائي درپيش ڪانه ايندي.

مهاڳ ۾ ان ڳالهه کي به صاف ڪيو ويو آهي ته اهي دوها بابا فريد گنج شڪر جا آهن يا فريد ثانيءَ جا. بابا فريد جي شاعريءَ جي سنڌي ادب ۾ ڪهڙي اهميت آهي. انهيءَ تي به قلم کنيو ويو آهي. بيو ته نه رڳو دوهي تي روشني وجهندي، ان جي پس منظر کي اُجاگر ڪيو ويو آهي، پر ڀڳتي تحريڪ ۽ ان سان لاڳاپيل ڀڳتن جي وائي، جيڪا پڻ دوهن جي صورت ۾ آهي، تنهن سان سنڌي ادب کي روشناس ڪرايو ويو آهي. ان ريت هن ڪتاب جي اهميت وڌي وڃي ٿي.

30 سيپٽمبر 1990ع

— ڊائريڪٽر
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
ڄامشورو سنڌ.

# مهاڳ

حضرت بابا فريد گنج شڪر جو اصل نالو فريدالدين مسعود هو. بابا ۽ گنج شڪر ٻئي سندس لقب هئا. خانداني لحاظ کان پاڻ فاروقي هئا ۽ يارهين پيڙهيءَ ۾ سندن شجرو حضرت عمر فاروق رضہ سان ملي ٿو.

بابا فريد جو ڏاڏو شيخ احمد، ڪابل ۾ غزنين جي حملي ۾ شهيد ٿيو. شيخ احمد جو پٽ شيخ شعيب پنهنجي پيءُ جي وفات کانپوءِ لاهور آيو ۽ رستي ۾ قصور شهر ۾ سندس ملاقات شهر جي قاضيءَ سان ٿي، جنهن نہ رڳو دل و جان سان سندن آڌرڀاءُ ڪيو پر حڪومت کي سفارش ڪري، ملتان جي ويجهو کوٺوال جي علائقي جي قضا جو عهدو بہ کين ڏياريو ۽ شيخ شعيب کوٺوال ۾ ئي رهائش اختيار ڪئي.

شيخ شعيب جو پٽ شيخ جمال‌الدين سليمان علم و فضل ۽ روحانيت ۾ ڪمال جي درجي کي پهتو. شيخ جمال‌الدين جي شادي ملتان جي مولانا وجيهہ‌الدين خجندي عباسيءَ جي نياڻي بي بي قرسم خاتون سان ٿي جنهن مان کيس ٽي پٽ اعزازالدين محمود، فريدالدين مسعود، نجيب الدين متوڪل ۽ هڪ نياڻي بيبي هاجره ڄائي. بابا فريد جي پيدائش 569 ھ ۾ ٿي. شروعاتي تعليم کوٺوال جي مدرسي ۾ پرايائون. يارهن سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري، پنهنجي والده سان گڏ، حج لاءِ روانا ٿيا. حج تان واپسيءَ کان پوءِ ملتان جي مدرسي ۾ وڌيڪ تعليم پرايائون. ان مدرسي ۾ ئي سندن ملاقات حضرت قطب‌الدين بختيار ڪاڪيءَ سان ٿي جنهن کيس وڌيڪ تعليم پرائڻ جي نصيحت ڪئي. پاڻ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ قنڌار ويا ۽ قنڌار ۾ سيد احمد بخاريءَ وٽ پنجن سالن تائين تعليم پرائيندا رهيا. قنڌار مان واپسيءَ کان پوءِ پاڻ مجاهدات ۽ سياحت ۾ مصروف ٿي ويا. چيو ويندو آهي تہ صوفيءَ لاءِ سياحت نبي ڪريم جن جي هجرت جو اتباع آهي.

612 ھ ۾ کين پنهنجي مرشد حضرت قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ وٽان خلعت عطا ٿي. پنهنجي مرشد جي حڪم سان سن 621 ھ ۾ محمد غنيم شاهہ صديقي القريشي الملتانيءَ جي نياڻي بيبي نجيب النسا سان شادي ڪيائون ۽ بيبيءَ جي سانگي کوٺوال ڇڏي يارنهن سال هانسيءَ ۾ رهيا. اهو سارو عرصو پاڻ مجاهدات ۽ سياحت ڪندا رهيا. 6 رجب 633 ھ سندن ڏاڏي مرشد خواجہ غريب نوازؒ جو وصال ٿيو. 4 ربيع‌الاول 634 ھ تي سندن مرشد حضرت قطب‌الدين بختيار ڪاڪيءَ جو وصال ٿيو. مرشد جي وصال جي خبر کين هانسيءَ ۾ پهتي. پاڻ دهليءَ روانا ٿيا

جتي کين حضرت حميدالدين سهرورديءَ مرشد جو جامو، عصا ۽ چوبين نعلين ڏنو. دهليءَ مان پاڻ هانسيءَ موٽي آيا. 634 هه ۾ بيبي هزيره خاتون سان سندن شادي ٿي جنهن کي تذڪره نويسن غلطيءَ وچان بلبن بادشاه جي ڌيءَ به لکيو آهي. اها سندن ٻي شادي هئي. 635 هه ۾ رضيه سلطانه جي دور حڪومت ۾ سياسي حالتن جي ڪري، هانسيءَ کي ڇڏي پنهنجي اباڻي وطن ڪوٺوال روانا ٿيا. پر ڪوٺوال جي بدران اجوڌن ۾ رهيا جتي پنهنجي هڪڙي مريد جي بيوه ام ڪلثوم سان نڪاح ڪيائون، اتي ئي پنهنجي ٻارن جي تعليم ۽ تربيت ڪيائون ۽ اسلام جي تبليغ ۽ رشد و هدايت جو سلسلو جاري ڪيائون. اجوڌن ۾ ئي سندن آخري آرامگاه آهي.

بابا فريد جن گدڙي پوش ۽ خاڪ نشين درويش هئا پر وقت جا بادشاهه سندن چائنٺ چمڻ کي سعادت سمجهندا هئا. عبادتن، رياضتن ۽ مجاهدات سان ولايت ۾ کين جيڪو رتبو مليو تنهن جو رڳو هڪڙو مثال هي آهي ته هڪ دفعي جذب جي ڪيفيت ۾ چيائون ته چاهين سان تائين جيڪو الله جل شانه فرمايو سو مسعود بندي ڪيو. هاڻي ڪجهه سالن کان بندو مسعود جيڪو عرض ڪندو آهي سو الله پورو ڪندو آهي. سندن غنا جو حال هي هو جو هندوستان جو بادشاهه ناصر الدين محمود ملتان ۾ آيو ته پنهنجي سالار الغ خان کي جيڪو پوءِ غياث الدين بلبن جي نالي سان تخت تي ويٺو جاگير جو پروانو ڏيئي بابا صاحب ڏانهن موڪليو. بابا صاحب پروانو واپس ڪندي الغ خان کي چيو ته "پروانو واپس کڻي وڃ. هن جا ضرورتمند اوهان وٽ ٻيا گهڻيئي آهن." بلبن جڏهن تخت تي ويٺو ته ڪنهن عرضدار بابا صاحب جن کي پنهنجي درخواست جي سفارش ڪرڻ لاءِ چيو. بابا صاحب بلبن کي لکيو ته، "جيڪڏهن هن ماڻهوءَ جو ڪم ڪندين ته ٿوري جو مستحق ٿيندين، باقي ڪرڻ وارو خدا آهي ۽ جيڪڏهن نه ڪندين ته معذور سمجهيو ويندين ڇاڪاڻ ته ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ وارو به خدا آهي."

بابا فريد جي لقب "گنج شڪر" لاءِ جدا جدا تذڪرن ۾ جدا جدا روايتون ڏنل آهن. انهن مان هڪ روايت هيءَ آهي ته پاڻ دهليءَ ۾ غزني دروازي جي هڪڙي حجري ۾ رهيل هئا ۽ مرشد جي ارشاد تي "طي" جو روزو رکيو هئائون. ٽن ڏينهن تائين افطاريءَ لاءِ وٽن ڪجهه ڪونه هو. رات جو زمين تي هٿ هنيائون ته ڪجهه پٿر کين هٿ آيا. پٿر چکي ڏٺائون ته اهي مٺا هئا. ٻئي ڏينهن مرشد سان ڳالهه ڪيائون. مرشد چيو؛

"روح جڏهن نفس کي پنهنجي قبضي ۾ ڪندو آهي ته دائمي مٺاڻ ملي ويندي آهي. مبارڪ هجيئي جو تون گنج شڪر آهين."

6 مئي 1280ع اڱاري جي ڏينهن سندن وصال ٿيو. سندن آخري آرام گاه اجوڌن ۾ آهي جنهن جو نالو اڪبر جي ڏينهن ۾ پاڪ پٽڻ پيو.

بابا فريد 98 سال زنده رهيو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترائي خوني انقلاب ڏٺا. جنگيون، باهيون، ماڻهن جو ڪوس، محلاتي سازشون، تخت ۽ تاج لاءِ ڇڪتاڻ ۽

نتيجي طور ماڻهن جو رتوڇاڻ، تاتارن جو خوني سيلاب. 1193ع ۾ سلطان شهاب الدين غوريءَ، پرٿوي‌راج کي شڪست ڏيئي هندوستان ۾ مسلمانن جي مستقل حڪومت جو پايو وڌو. ان وقت بابا صاحب جن جي عمر پنج سال هئي ۽ هو ڪوٺوال ۾ شروعاتي تعليم پرائڻ ۾ مصروف هئا.

سلطان شهاب الدين غوريءَ کان پوءِ هندوستان جي حڪومت ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي، جن کي اسين هند ۽ سنڌ جون حڪومتون چئي سگهون ٿا. هند جي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ پهرين لاهور ۽ پوءِ دهلي ٿيو جتي قطب‌الدين ايبڪ حڪومت تي ڪئي. سنڌ جي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ اُچ هو، جتي ناصرالدين قباچه حڪومت تي ڪئي. ناصرالدين قباچه جڏهن تخت تي ويٺو تڏهن بابا صاحب جي عمر 18 سال هئي.

قباچه جي دور حڪومت ۾ اُچ علم جو مرڪز ٿيو. قباچه پاڻ عالم ۽ علم پرور انسان هو. "طبقات ناصري" جو مصنف منهاج‌الدين السراج سندس درباري هو. نورالدين محمود عوفي بخارا مان اُچ ۾ آيو ۽ قباچه جي دربار ۾ فارسي شاعرن جو تذڪرو "لباب الالباب" ۽ ٻيو ڪتاب "جامع‌الحڪايات" لکيو. مولانا قطب‌الدين ڪاشانيءَ جيڪو وقت جو وڏو عالم هو تنهن کي قباچه ملتان ۾ وڏو مدرسو تعمير ڪرائي ڏنو. علي حامد بن ابوبڪر الڪوفيءَ اروڙ جي هڪ پريشان حال عرب خاندان وٽان قاضي اسماعيل بن علي بن محمد طائيءَ کان عربيءَ ۾ لکيل قلمي نسخو "منهاج المسالڪ" هٿ ڪيو ۽ "چچ نامي" جي نالي سان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري قباچه کي پيش ڪيو. بابا فريد انهن علمي ادبي محفلن کي چمندو ۽ پوءِ التمش جي هٿان، قباچه جي شڪست کان پوءِ، تباهه ٿيندي ڏٺو. ان وقت سندن عمر 41 سال هئي.

بابا فريد جي ڏينهن ۾ ٻي انساني کوپرين جا منارا اڏيندڙ تاتارن هندوستان جو رخ ڪيو ۽ ملتان تي حملا ڪيا. تاتارن اسلامي ملڪن جهڙوڪ بغداد، خراسان، ماورالنهر کي گهوڙن جي سنبن سان لتاڙيو ۽ اٽڪل هڪ ڪروڙ اليتاليهه لک مسلمان شهيد ٿيا.

اهو تاريخي ۽ سياسي پس منظر آهي جنهن مان بابا فريد جي شاعري ڦٽي. ان دور جي سياسي حالتن، جنگين ۽ انساني رتوڇاڻ جو نتيجو آهي جو بابا جي شاعريءَ تي موت، فنا ۽ زندگيءَ جي بي‌ثباتيءَ جو احساس گهاٽو پاڇو ڪيو بيٺو آهي. سندن شاعري پڙهندي لڳي ٿو تہ بابا فريد بنيادي طرح موت ۽ فنا جي احساس جو شاعر آهي. بابا جي آڏو زندگي ڪنوار آهي، جنهن کي موت جو گهوٽ پرڻائي وٺي ٿو وڃي. ڪنوار پنهنجي پيڻائي گهر مان وڃڻ نٿي چاهي پر تڪنيءَ جو ڏينهن مقرر آهي. هن جا پنهنجا دل گهريا هن کي سينگاري سنواري رداع ٿا ڪن. هائي هوءَ ڪنهن سان ڳر لڳي روئي. ڪٿي ڪٿي تہ موت جو احساس شاعري ۾ پنهنجي اعليٰ ترين شاعريءَ جو روپ ٿو اختيار ڪري:

اي فريد، مُندَ منءِ، ٻن چڻ جو واءُ گهليو ۽ ون ڏڪڻ لڳا.
مون چارئي ڪنڊون ڳولهي ڏٺيون، ڪنهن کي هتي رهڻو ناهي.

بابا فريد جن وڏا ولي الله ھئا، ايڏا ئي وڏا شاعر ھئا. سندن شاعريءَ جو اثر تلسي داس کان ولي شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ تائين نظر اچي ٿو. ادبي لحاظ کان بابا فريد جي شاعري ان ڪري بہ اھم آھي جو ان مان ان دور جي لساني مطالعي جو مواد ملي ٿو ۽ وڏي ڳالھ تہ بابا فريد سنڌي، سرائڪي ۽ پنجابي زبانن جو پھريون شاعر آھي.

## ڇا گرنٿ ۾ شامل ڪلام بابا فريد جو آھي؟

ڪن محققن جو چوڻ آھي تہ گرنٿ ۾ بابا فريد جي نالي سان شامل ٿيل ڪلام بابا فريد گنج شڪر جو نہ آھي پر سندن ٻارھين سجاده نشين شيخ ابراھيم ڪبريا جو آھي جنھن کي فريد ثاني بہ سڏيندا ھئا. گرونانڪ پاڪ پٽڻ ۾ شيخ ابراھيم سان ملاقات ڪئي ھئي. ٻنھي بزرگن ھڪ ٻئي سان ڏوھيڙن ۾ ڳجھ جون ڳالھيون بہ ڪيون ھيون. شيخ ابراھيم شاعر ھو ۽ "فريد" تخلص سان شاعري ڪئي ھئي. جڏھن گرونانڪ ، شيخ فريد ثانيءَ سان ملاقات ڪئي تڏھن گرونانڪ ، شيخ کان سندس ڪلام ورتو ۽ اھڙيءَ ريت شيخ ابراھيم جو ڪلام گرنٿ ۾ شامل ٿيو. جيئن تہ شيخ ابراھيم جو تخلص فريد ھو ان ڪري ماڻھن شيخ ابراھيم جي ڪلام کي بابا فريد جو ڪلام سمجھيو.

سڀ کان پھرين جنھن اھا ڳالھ ڪئي سو مڪالف آھي ۽ پوءِ ديسي اديبن ۽ محققن سندس ڳالھ کي ڳنڍي ٻڌي. پنجابيءَ جي محقق پروفيسر محمد آصف خان ان ڏس ۾ چند ڇاڻ ڪري ثابت ڪيو آھي تہ بابا فريد نہ رڳو عربي ۽ فارسي زبانن جو شاعر ھو پر ھندي ۽ پنجابي زبانن جو بہ شاعر ھو ۽ گرنٿ ۾ فريد جي نالي سان شامل ڪيل ڪلام شيخ ابراھيم فريد ثانيءَ جو نہ پر بابا فريد جو ئي آھي. ان لاءِ ھن ھيٺيان دليل ڏنا آھن:

(1) تذڪرن ۽ ٻين ڪتابن ۾ بابا فريد جي عربي فارسي ھندي ۽ پنجابي شاعريءَ جا نمونا ملن ٿا پر ڪنھن بہ ڪتاب مان شيخ ابراھيم فريد ثاني جي ڪلام جو نمونو نٿو ملي، جنھن مان ھن جي شاعر ھجڻ جو ثبوت ملي.

(2) حافظ محمود شيراني ۽ مولوي عبدالحق بابا فريد جي ابتدائي اردوءَ ۾ چيل ڪلام جا نمونا ڏنا آھن.

(3) امير خورد پنھنجي ڪتاب "سيرالاوليا" جيڪو ھن شيخ ابراھيم فريد ثانيءَ کان ڏيڍ سو ورھيہ اڳ لکيو تنھن ۾ ھن بابا فريد جو ھڪڙو پنجابي دوھو ڏنو آھي جيڪو فارسي اکرن ۾ لکيل ھجڻ ڪري پوريءَ طرح پڙھڻ ۾ نٿو اچي اھو دوھو ھيءُ آھي:

ڪنت نھوتبن ڪارري، ناڪان ھٿ منان، ①
بس ڪندلي مڏنگر، ھورين لہ ڪھا.

① ھي دوھو سنڌي ٿي سگھي ٿو. پھرين سٽ جي پڙھڻي ھيٺن ٿي سگھي ٿي:
ڪنت نھوڙي ڳاروڙي، ناڳان ھٿ مَ لاءِ

انهن دليلن مان ثابت آهي تہ بابا فريد عربي فارسي هندي، پنجابي ۽ سرائڪيءَ جو شاعر هو ۽ گرنٿ ۾ شامل دوها بابا فريد جا ئي دوها آهن.

## بابا فريد ۽ گرو گرنٿ صاحب

گرو نانڪ سکن جو روحاني پيشوا آهي. سندس پيدائش عيسوي سن 1469ع ۾ ٿي. هر وڏي ماڻهوءَ وانگر گرو نانڪ جي ڄم جي تاريخ ۽ هنڌ جي باري ۾ عالمن ۾ اختلاف آهي. ڪن سک عالمن جي خيال ۾ سندس ڄمُ ڪاتڪ شدي پورنماشيءَ ۾ ۽ ڪن جي خيال ۾ بيساکيءَ جي ڏينهن ٿيو. اهڙيءَ طرح سندس ڄم جي هنڌ جي باري ۾ ڪن جو خيال آهي تہ رائي ڀوئي جي تلونڊي ۾ ٿيو جنهن کي اڄ ننڪانا صاحب سڏيو ٿو وڃي. ڪن جو چوڻ آهي تہ هو پنهنجي ناناڻن ۾ پيدا ٿيو ۽ ان ڪري ئي سندس نالو نانڪ رکيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي نانڪي يعني ناناڻن ۾ پيدا ٿيل. گرو نانڪ جي زندگيءَ جو وڏو حصو سفر ۾ گذريو. سندن سفر کي "اُداسي" سڏيو ويندو آهي. سکن جي ڪتابن ۾ سندس سفرن کي چئن پنجن "اُداسين" ۾ ورهايو ويو آهي. انهن اُداسين ۾ پاڻ هنگلاج، مڪي ۽ مديني ويا. مڪي ۾ پاڻ هڪ سال رهيا.

گرونانڪ ننڍپڻ ۾ فارسيءَ جي تعليم هڪڙي مسلمان عالم مير سيد حسن کان حاصل ڪئي ۽ پوءِ قرآن مجيد ۽ ٻين اسلامي ڪتابن جو مطالعو بہ ڪيائون. پاڻ پڪا توحيد پرست هئا. سندن وفات 40-1539ع ڌاري درياهہ راويءَ جي ڪناري ڪرتارپور ۾ ٿي. اهو ڳوٺ گرونانڪ آخري عمر ۾ پاڻ ٻڌايو هو. گرونانڪ کان پوءِ هيٺيان گرو هڪ ٻئي پٺيان گاديءَ تي ويٺا:

(1) گرو اگند جي
(2) گرو امرداس جي
(3) گرو رامداس جي
(4) گرو ارجن جي
(5) گرو هرگوبند جي
(6) گرو هر راءِ جي
(7) گرو هر ڪرشن جي
(8) گرو تيغ بهادر جي
(9) گرو گوبند سنگهہ جي

گرونانڪ سميت ڪل ڏهہ گرو ٿيا آهن.

ڏهين گرو گوبند کانپوءِ گورياڻيءَ جو سلسلو ختم ٿي ويو ۽ سکن جي مقدس ڪتاب گرنٿ کي گرو ڪري مڃيو ويو ۽ گرنٿ، گرو گرنٿ صاحب سڏجڻ لڳو. ان موقعي تي سکن ۾ ٻہ فرقا پيدا ٿيا، جن گرنٿ کي گرو مڃڻ کان انڪار ڪيو. هنن

جي خيال ۾ انسان نموني جو محتاج آهي ۽ ڪو بہ ڪتاب انسان لاءِ نمونو ٿي نٿو سگهي. انسان کي سنئين وات ڏيکارڻ لاءِ انسان ئي نمونو ٿي سگهي ٿو. ان ڪري هو گرو گوبند کان پوءِ بہ گرن جا تلڪ آهن ۽ هنن جا پنهنجا پنهنجا گرو آهن. انهن مان هڪڙي فرقي جو نالو "تار ڌاري" ۽ ٻئي جو "نرنڪاري" آهي.

## گرنٿ جي ترتيب ۽ تاليف

گرنٿ کي پنجين گروءَ تائين "پوٿي صاحب" سڏيو ويندو هو. نائين گروءَ تائين "گرنٿ صاحب" ۽ ڏهين گرو گوبند جي دور ۾ ان کي "گرو گرنٿ" سڏيو ويو. گرنٿ سارو نظم ۾ آهي ۽ ايڪيهن راڳن ۾ ورهايل آهي. هن ۾ ڇهين، ستين ۽ اٺين گروءَ کانسواءِ سڀني گرن جو ڪلام شامل آهي. ڏهين گروءَ جو رڳو هڪ اشلوڪ شامل آهي.

گرو نانڪ جيڪو ڪلام چيو ان کي ٻئي گرو انگد جي "پوٿيءَ" ۾ سهيڙيو. ٽئين گرو امرداس جي ڪلام کي رامداس جي سهيڙيو. پر گرنٿ جي ترتيب ۽ تاليف جو اصل سبب گديءَ لاءِ گرو صاحبن جو خانداني اختلاف آهي جنهن جي شروعات گرو رامداس کان ٿي.

اصل ۾ گرو رامداس گديءَ جو حقدار نہ هو. سندس زال بيبي ڀانيءَ ڪيس گروءَ واري گدي ڏياري. بيبي ڀاني ٽئين گروءَ جي ڌيءُ هئي. گرو امرداس پنهنجي ڌيءُ جي محبت کان متاثر ٿي گروءَ واري گادي پنهنجي ناٺي رامداس کي ڏني. گرو امرداس پنهنجي پوٽي سنسرام کي گرو صاحبن جي ڪلام سهيڙڻ جو ڪم سونپيو هو. سنسرام گرو نانڪ، گرو انگد جي ۽ پنهنجي ڏاڏي امرداس جي جي ڪلام کي ٻن جلدن ۾ سهيڙيو. گرنٿ ۾ سک گرو صاحبن کان سواءِ "ڀڳت باڻيءَ" جي عنوان هيٺ پندرهن ڀڳتن جو ڪلام ٻن ڍنل آهي جن مان بہ ڀڳت مسلمان آهن. هڪ بابا فريد گنج شڪر ۽ ٻيو ڀيکن. انهن کانسواءِ ڪن ڀٽن جو ڪلام بہ ڏنل آهي.

بيبي ڀانيءَ جي مڙس گرو رامداس پنهنجي وڏي پٽ پرٿي چند جي بدران پنهنجي ننڍي پٽ ارجن کي گدي ڏني جنهن جي ڪري گرو پرٿي چند پنهنجي ننڍي ڀاءُ گرو ارجن جو دشمن ٿي پيو ۽ سندس مخالفت شروع ڪري ڏنائين. هن بہ نانڪ تخلص اختيار ڪيو ۽ گرو صاحبن جي نموني ڀائيون چوڻ لڳو. سندس پوئلڳن جو ٽولو سندس ڪلام ڳائيندو وتندو هو ۽ سڪن لاءِ اهو سمجهڻ ڏکيو ٿي پيو تہ کهڙو ڪلام گرن جو آهي ۽ کهڙو ڪلام پرٿي چند ۽ سندس پٽ سوڍيءَ جو. ان مونجهاري کي ختم ڪرڻ لاءِ گرو ارجن گرو صاحبن جي ڪلام کي ترتيب ڏيئي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ جو ارادو ڪيو. هن گوئندوال جي بابا موهن کان سنس رام جون مرتب ڪيل ٻئي پوٿيون جن کي "گوئندوال جي سينچيان" چيو ويندو هو حاصل ڪيون. تنهن کانپوءِ هن پريان پريان کان سک درويشن کي سڏايو ۽ هنن جي واتان گرو صاحبن جو ڪلام ٻڌي، پيٽ ڪري گرنٿ مرتب ڪيو. گرنٿ ۾ هن ڀڳتن ۽ ڀاٽن جي ڪلام کي بہ شامل ڪيو. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ بابا فريد جو ڪلام گرو

ارجن گرنٿ ۾ شامل ڪيو يا هن کان گهڻو اڳ گرو نانڪ بابا فريد جو ڪلام شيخ ابراهيم کان حاصل ڪري پوٿيءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو هو. سک عالمن جو چوڻ آهي ته گرو نانڪ جيڪي سفر ڪيا هئا، انهن ۾ هن صوفين ۽ درويشن جو ڪلام گڏ ڪري پوٿيءَ ۾ شامل ڪيو هو.①

بابا فريد جو هڪڙو سلوڪ گرنٿ ۾ هن ريت آهي:

سوهري ڏوٿي نه لهي، پيئي ناهي ٿانءَ،
پر واٽئين نه پڇئي، تن سهاڳڻ نانءَ.

گرو نانڪ بابا جي دوهي جو جواب لکيو جيڪو گرنٿ ۾ شامل آهي:

سوهري، پيئيي، ڪنت ڪي ڪنت اگم اٿاهه،
نانڪ سو سهاڳڻي جو ڀاري بي پرواهه.

ان مان ثابت ٿو ٿئي ته گرو نانڪ ٿي بابا فريد جو ڪلام ڪٺو ڪيو هو ۽ ان ڪري ئي هن بابا فريد جي دوهي جو جوابي دوهو لکيو.②

هائي ڏسڻو آهي ته بابا فريد جي ڪلام جي ٻولي پنهنجي اُچار جي لحاظ کان اصل حالت ۾ آهي يا گرنٿ تائين پهچندي پهچندي ان ۾ ڦير گهير به آئي آهي.

بابا فريد جن 1188ع ۾ پيدا ٿيا ۽ 1280ع ۾ فوت ٿيا. گرو نانڪ جن 1469ع ۾ پيدا ٿيا ۽ 40-1539ع ۾ وفات ڪيائون. بابا فريد جي وفات ۽ گرو نانڪ جي جنم جو وچ وارو عرصو 189 سال آهي. جيڪڏهن گرو نانڪ 25 سالن جي عمر ۾ به شاعري شروع ڪئي هوندي ته به بابا فريد جي وفات ۽ گرو نانڪ جي جوانيءَ جي وچ ۾ 214 سالن جو فاصلو آهي. ان عرصي ۾ بابا فريد جي ڪلام ۾ ڳائڻن ۽ درويشن يقين سان ڦير گهير آندي هوندي. سک عالمن کي به ان ڳالهه جو احساس آهي ته وقت سان گڏ بابا جي ڪلام ۾ ضرور ڦير گهير آئي هوندي. ان ڪري ئي سکن ۾ روايت مشهور آهي ته جڏهن گرو ارجن ڀڳتن جي ڪلام کي گرنٿ ۾ شامل ڪيو تڏهن هن سوين سال اڳ فوت ٿي ويل درويشن جي روحن کي عالم برزخ مان سڏائي انهن جي واتان سندن ڪلام ٻڌو ته جيئن ڪنهن به غلطيءَ جو امڪان نه رهي.③

ڪن سک عالمن جو خيال آهي ته گرنٿ ۾ شامل ڀڳت باڻي گرو ارجن ڀان چئي آهي.④ ڪي ائين به چون ٿا ته گرو ارجن ڀڳت واڻيءَ ۾ پنهنجن خيالن مطابق ڦير گهير ڪئي آهي.⑤ گياني گيان جيءَ ان ڳالهه کي تسليم ڪيو آهي.

مٿين حوالن مان هڪ ڳالهه جي پڪ ٿي ٿئي ته گرو ارجن تائين پهچندي پهچندي بابا فريد جي ڪلام ۾ ڦير گهير آئي آهي.

---

① رسالو "پنجابي ساهت"، جنوري 1947ع
② آکيا بابا فريد.
③ گردواري درشن، 134، گور پرتاب سورج گرنٿ راس.
④ گور مت نرني ساگر اور ڀڳت باني.
⑤ رسالو "سنت سپاهي"، اپريل 1953ع

## گرنٿ جي ٻولي

گرنٿ جي ٻوليءَ کي عام طرح "سنت ڀاشا" سڏيو ويندو آهي جنهن ۾ پنجابيءَ سان گڏ هنديءَ جا لفظ به آهن يا وري هنديءَ جي لفظن کي پنجابي اُچار ۾ ڍاريو ويو آهي. لهاني لحاظ کان گرو نانڪ جو ڪلام ان سلسلي جي ڪڙي آهي جيڪو نامديو ۽ ڪبير کان شروع ٿئي ٿو يعني فارسي ۽ عربي لفظن جو استعمال ۽ دهليءَ مان ڦٽندڙ ٻوليءَ جو اثر. گرو نانڪ جو گهڻو تڻو ڪلام سندس مادري ٻولي يعني پنجابيءَ ۾ آهي. ڪجھ ڪلام ان دور جي شاعريءَ جي روايتي ٻوليءَ برج ڀاشا ۾ به آهي. ڪٿي ڪٿي دهليءَ جي ٻوليءَ جو اثر به آهي ۽ دا، دي، دِيَ سان گڏو گڏ ڪا، ڪي ڪَي به ملن ٿا. جيڪي ڪڙي ٻوليءَ جا اکر آهن. جي پنجابيءَ جو "لڳ" آهي ته ڪڙي ٻوليءَ جو "لاڳ" به آهي. ساڳيءَ طرح "ٻچي" سان گڏ "ٻاچي" ۽ "اُہر" سان گڏ "اوہر" به آهي.

آوت ڪو جاتا ڪهين، جاوت ڪو آيا، پرکي ڪو اپني ڪهين، اپنو نهين پايا، ميٺي ڪو ڪڙوا ڪهين، ڪڙوي ڪو ميٺا، راني ڪو نندا ڪرهين، ايسا ڪل مانهين ڏيٺا.

گرو نانڪ جي پيڻ ۾ بابا فريد جي ٻولي سرائڪي هئي. سندن گهر ۾ به سرائڪي ڳالهائي ويندي هئي. حضرت علاؤالدين چشتي دولت آباديءَ جي احوال ۾ آيل آهي ته هڪ دفعي حضرت برهان الدين غريب (وفات 1337ع) دولت آباد ۾ قيام جي دوران بابا فريد جي نياڻي بيبي عائشه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. اُتي بيبي صاحبه جي عابده ۽ زاهده نياڻي به موجود هئي. حضرت برهان الدين بيبي عائشه جي نياڻيءَ کي ڏسي مشڪيو ته بيبي عائشه سرائڪيءَ ۾ ڪيس چيو:

اي برهان الدين، ساڏي ڌي کون کيا هسندا اين.

مسعود حسن شهاب لکيو آهي ته حضرت بهاؤالدين زڪريا هر سال بابا جن ڏانهن گجرون موڪليندا هئا ۽ بابا پاڪ پٽن مان پير موڪليندا هئا. هڪ سال مخدوم صاحب بابا جن ڏانهن گجرون نه موڪليون ته بابا به ڪين پير نه موڪليا. مخدوم صاحب جن شڪايت ڪئي ته بابا جن هيٺيون دوهو ڪين چوائي موڪليو:

هٿڙون وٽون هٿڙي، پيران وٽون پير،
تسان نه مٺيان گجران، اسان نه مٺي پير.

بابا صاحب جيڪو وظيفو وضع ڪيو هو سو به سرائڪي ۾ هو ۽ جنهن جا جدا جدا اکر جدا جدا ڪتابن ۾ ڏنل آهن.

(1) اُرهان تون، اهين تون، ايهان تون، هون هون اوهان تون اوهي ايهي ايهي ①

(2) ايهو تون، اوهو تون، ايهي تون ②

(3) اَهو تون، اِهو تون، ايهين پي تون ③

---

① شمالي بهار ڪا پندرهوين صدي ڪا ايڪ شطاري.

② رضيه سلطانه، اردو نثر ڪا ارتقا.

③ جواهر خمسه.

(4) ايھ نہ تون، اُھو نہ تون، اھو نہ تون، ايھي پي نہ تون.①

گرنٿ ۾ ڏنل بابا جي دوھن جو اُچار ٿوري ٿير گھير سان سنڌي آھي جنھن تي مقامي رنگ (سرائڪي) چڙھيل آھي مثال؛

سرور پنڇي هيڪڙو ڦاھيوال پچاس،
تن لھرين گڏ ٿيا، سچي تيري آس.

ٿڻ تپي تنور جيئن، ٻانڻ ھڏ ٻرن،
پيرين ٿڪان، سر چلان، جي مون پيرين ملن.

ڀھرين ڀھرين ڦلڙا، ڦل بہ پچان رات،
جو جاڳن لھن سي سائين ڪنون ڏات.

انھن مثالن مان ظاھر ٿئي ٿو تہ بابا جي ٻولي سرائڪي ھئي جيڪا سنڌيءَ جي تمام گھڻو ويجھو ھئي. ھر گرنٿ تائين پھچندي پھچندي ان ٻوليءَ ۾ ڦير گھير اچي وئي.

گريئرسن جو چوڻ آھي تہ ڪنھن زماني ۾ پوري پنجاب ۾ لھندا جي ڪا نہ ڪا شڪل ڦھليل ھئي جنھن کي اندروني زبان شايد ھندوستاني زبان جي ڪنھن قديم شڪل پٺتي ڌڪڻ شروع ڪيو ۽ رچنا دوآبي تائين ڌڪي ڇڏيو. ان اندروني زبان جو اثر سنڌ ساگر دوآبي تائين ملي ٿو.②

ائين ٿو لڳي تہ ڪنھن زماني ۾ پوري پنجاب ۾ سرائڪي جي ڪا نہ ڪا شڪل مروج ھئي ۽ پوءِ آھستي آھستي ڪنھن اندروني زبان سرائڪيءَ کي ڌڪڻ شروع ڪيو. سرائڪيءَ تي جڏھن اندروني زبان جو گھڻو اثر پيو تڏھن ان اثر ھيٺ پنجابي وجود ۾ آئي ۽ خود سرائڪي بہ ان اندروني زبان کان ايتري متاثر ٿي جو پنھنجي اصل حالت ۾ نہ رھي. منھنجي خيال ۾ سرائڪيءَ جي اھا شڪل جيڪا پوري پنجاب ۾ مروج ھئي ان جي سنڌيءَ سان ايتري تہ ھڪجھڙائي ھئي جو ٻنھي ۾ تفاوت ڪرڻ مشڪل ھو. ڪنھن زماني ۾ ملتان جي ڪيڪيہ پشاچيءَ ۽ سنڌ جي وراچڊ پشاچيءَ ۾ بہ ايتري تہ ھڪجھڙائي ھئي جو پراڪرت جي وياڪرڻي مارڪنڊيہ سنڌ جي پشاچيءَ لاءِ چيو تہ اھا ڪيڪيہ پشاچيءَ جھڙي آھي. عرب سياح بہ سنڌ ۽ ملتان جي ٻوليءَ ۾ تفاوت ڪري نٿي سگھيا ۽ مسعودي، اصطخري ۽ ابن حوقل سنڌ ۽ ملتان جي ٻولين کي ھڪ ئي ٻولي لکيو آھي. آھستي آھستي اندروني زبان جي اثر ھيٺ سرائڪي سنڌيءَ کان ڇڄي ھڪ جدا صورت اختيار ڪري ويئي. بابا فريد جي دوھن مان خبر پوي ٿي تہ ان دور تائين بہ سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ تمام گھڻيون ھڪجھڙايون ھيون.

---

① جواھر خمسہ.

② ڊاڪٽر مسعود حسين، تاريخ زبان اردو.

## بابا فريد جي ڪلام ۾ سنڌي جون ڪي نحوي هڪجهڙايون

سرائڪي الف تي ۽ سنڌي واءُ تي ختم ٿين واري زبان آهي جيئن چاچا، چاچو. بابا جي ڪلام مان خبر پوي ٿي تہ ڪنهن زماني ۾ سرائڪي بہ واءُ تي ختم ٿيندي هئي. مثال بابا هي اکر استعمال ڪيا آهن؛

پچو سچو ورسو چٺيو پٽيٺيو پهريو ڪريو.

اعراب : لک پڙهہ ۾ آ، اِ، اُ جي بدوان جيڪي نشانيون يعني زبر زير ۽ پيش ڪم ايندا آهن انهن کي اعراب يا ماترائون چئبو آهي. تنڌي ڪنڊ جي سيني ٻولين مان سنڌي ئي اهڙي ٻولي آهي جنهن ۾ اعرابن ۽ ماترائن جو نظام پوري طرح موجود آهي. سنڌي ۾ اعرابن سان ئي مذڪر مونث، حالت جري ۽ حالت اضافت وغيره جو پتو پوندو آهي. مثال طور سنڌيءَ ۾ مذڪر لاءِ آخري اکر اُ، او ۽ او جون پڇاڙيون لڳنديون آهن. بابا جي ڪلام ۾ مونث ۽ مذڪر سنڌيءَ جي ساڳي اصول مطابق ٺهن ٿا. مثال؛

پڳ نہ ميلي هوءِ پڳ + آ = مونث
پيڊي پاٺين ڳنڍ ڳنڍ + اِ = مونث
ڳهلا روح نہ جاڻئي روح + اَ = مذڪر.
ڪن سو ويسو هو ڪري ويس + و = مذڪر

سنڌيءَ ۾ حالت جري يا حالت اضافيءَ ۾ اسم مذڪر جو پيش زبر ۾ مٽجي ويندو آهي. جيئن اسم؛ گهرُ حالت اضافي؛ گهرَ جو مالڪ، حالت جري؛ گهر ۾.

بابا جي ڪلام مان مثال؛-

اسم صبرُ؛ صبرُ منجهہ ڪمان، صبر ڪانئيڙو.
حالت جري؛ صبرَ اندر صابري، صبرَ سندا بان.

### حرفِ جر جون نشانيون :

سنڌيءَ ۾ ڪيترا اهڙا جملا آهن جن ۾ ڪن اسمن پٺيان ڪرب حرف جر نٿو لڳي ۽ اسمن پٺيان حرفِ جر جون نشانيون يا پڇاڙيون ڳنڍي انهن مان حرفِ جر جو مفهوم ورتو ٿو وڃي. سنڌيءَ ۾ حرفِ جر جون نشانيون هي آهن؛

(1) آن ۽ اون (گهران + گهرون)
(2) اِ (ڳوٺِ ويو)
(3) اي (ڏهاڙي)
(4) اين (پيڪين)

بابا جي ڪلام مان مثال؛-

1- آن ۽ اون- جنهان ڪاڏي چوهڙي، جنهہ + آن = جنهان

2-اِ- بارِ ڀرائي ٻيٺا: بار + اِ = بارِ
دلِ ڪاتي ڳڙ واتِ: وات + اِ = واتِ

3-اي- جنهن ڏهاڙي ڌن وري: ڏهاڙ + اي = ڏهاڙي

4-اين- ڳلئين چڪڙ: ڳلي + اين = ڳلئين

اهڙا ڪيترائي مثال بابا جي ڪلام ۾ ملندا. بابا جي ڪلام ۾ جيڪڏهن اعرابن کي ختم ڪيو وڃي ته لفظن جي ترڪيبن جي معنيٰ ئي بدلجي ويندي. مثال:- ڪنڌِ ڪهاڙا، سَرِ گهڙا. معنيٰ ته ڪنڌ تي ڪهاڙو ۽ سِر تي گهڙو پر جيڪڏهن ڪنڌ ۽ سر جون آخري اعرابون ڪڍي ڇڏجن ته ڪنڌ ڪهاڙا جي معنيٰ ٿيندي ڪنڌ ڪهاڙو آهي اهڙي قسم جي ترڪيب بابا استعمال ڪئي آهي. مثال: چند ووهٽي مرڻ وڻُ.
سنڌيءَ ۾ فعل مادي يا ڌاتوءَ جي آخر ۾ زمان جي نشاني ۽ ان کان پوءِ ضميري نشاني لڳائبي آهي. يعني ته سنڌيءَ فعل ٽن جزن تي مشتمل هوندو آهي:

(1) فعل جو ڌاتو + زمان جي نشاني + ضميري نشاني
لک + يو + م
لک + يو + ءِ

بابا فريد جي ڪلام مان مثال:
اِنهين نکي جنگهئين، ٿل ڏونگر ڀوئيوم
اڄ فريدي ڪوجڙا، سي ڪوهان ٿئوم.

(2) فعل جو مادو + زمان جي نشاني + ضميري نشاني
ڀوءِ + يو + م
ٿي + يو + م

حاضر واحد جي نشاني:

وِنئون نکي ڀُرسلاته ڪنين نه سڻياءِ،
ڪري ڀونَد، ڪڙا نه آپ مها..

(3) فعل جو مادو + زمان جي نشاني + ضميري نشاني
سڻ + يا + ءِ
ڀو + ند + ءِ
مُهه + ا + ءِ

فعل مادي يا ڌاتوءَ مان مصدر جوڙڻ:

حافظ محمود شيراني پنهنجي ڪتاب "پنجاب مين اردو" ۾ پنجابي ۽ اُردوءَ جي

هڪجهڙائي ڏيکاريندي لکيو آهي تہ پنجابي ۽ اردوءَ جي امر مان مصدر جوڙڻ جو طريقو ٻنهي زبانن ۾ ساڳيو آهي يعني "نا" پڇاڙي هڻي امر مان مصدر ٺاهيو آهي. پر بابا جي ڪلام مان خبر پوي ٿي تہ پنجابي ۽ سرائڪي ۾ بہ مصدر جوڙڻ جو طريقو ساڳيو سنڌيءَ وارو هو يعني امر سان "ڻ" پڇاڙي لڳائي ويندي هئي. مثال؛

چبڻ، چلڻ، رتڻ
چب + اڻ = مصدر، چل + اڻ = مصدر
نِوَڻُ سو اکرُ کِوڻ ڳڻ
نو + اڻ = مصدر، کوان = مصدر
چارئي ڪُنڊان ڍونڍيان، رهڻ ڪٿان ناهہ،
آکين شيخا بندگي چلڻ اڄ ڪِ ڪَلِ
پري ڏيکڻ دي آس
رهڻ تداؤ گر ڪري

## مصدر مان امر جوڙڻ:

سنڌيءَ ۾ مصدر جي پڇاڙي "اڻ" ڪڍي، فعل جي ڌاتوءَ تي زبر، زير يا پيش ڏيئي امر ٺاهيندا آهيون جيئن "هلڻ" مصدر مان هَلُ ۽ ڪرڻ مان ڪَرِ. جمع ٺهڻ مهل امر جي آخري اُچار "اُ" کي ڊگهو ڪري "او" ڪندا آهيون جيئن "هَلُ" مان هلو. پر جيڪڏهن امر جي آخري اکر جو اُچار "اِ" هوندو آهي جيئن "ڪر" تہ پوءِ "اِ" جو اچار ۽ جمع وارو "او" جو اچار پاڻ ۾ ملي "يو" جو اُچار ٿي پوندو آهي. جيئن "مار" جو ماريو. بابا جي ڪلام ۾ اهو ساڳيو اصول موجود آهي؛

"اِ" جو مثال
ٿاڙ پنولي، ٿاڙ + اِ = ٿاڙ
"اُ" جو مثال
ٿندا پاڻي پيءُ، پي + اُ = پيءُ
امر جي آخري آواز "اِ" ۽ جمع جي "او" جي گڏجڻ سان "يو" ٺهڻ جو مثال؛
ڪنبلڙي پهريو = پهر + او = پهريو
سو ٿي ويس ڪريو = ڪر + او = ڪريو

## اسم مفعول جا مثال:

سنڌيءَ ۾ فعل جي ڌاتوءَ پٺيان او-يو-ايو پڇاڙيون ڳنڍڻ سان اسم مفعول ٺهندو آهي جيئن هَليو-هليو، ماريو- ماريو، ٿا ٿ + او= ٿاٿو. سرائڪي ۾ آ-يا-يا، پڇاڙيون ڳنڍڻ سان اسم مفعول ٺهندا آهن. جيئن ماريا، چليا، ٿيا. اهڙي اسم مفعول کي باقاعدي اسم مفعول چئبو آهي. پر سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ بي قاعدي اسم مفعول پڻ ٺهندا آهن. جن جا مثال بابا جي ڪلام ۾ بہ ملن ٿا.

فعل ڌاتوءَ سان "ٿ" پڇاڙي ڳنڍي اسم مفعول ٺاهن

مصدر لهڻ- امر لهُ اسم مفعول لٿو

اُٿي هنج.... سنڌيءَ وانگر امر لهُ يا اُلهُ جي آخري "هه" "ٿ" ۾ مٽجي وڃي ۽ اُٿي اسم لهي پيو.

"هه" جو "پ" ۾ مٽجڻ

مصدر لهڻ امر لهُ، اسم مفعول لپيو

سوڻي سرور ڍونڍيُ لهُ، جٿي لپي و ٿ

"س" جو "ٺ" ۾ مٽجڻ

مصدر ڏسڻ، امر ڏس، اسم مفعول ڏٺو

سي لوڻن مين ڏِٺِ.

دَرِ دروازي جاءِ ڪي ڪيون ڏٺو گهڙيال

### اسم حاليہ:

سنڌيءَ ۾ اسم حاليہ ٺاهڻ لاءِ فعل جو ڌاتوءَ سان "اندر" ايندو" ڳنڍيندا آهيون. سرائڪيءَ ۾ "دا" پڇاڙي ڳنڍيندا آهن. مثال؛

ڪوڪيندڀان، چانگيندڀان، ڏيندڀان،

ڍونڍيندي، جهرندي، اُساريندي.

### زمان ماضي مطلق جا مثال:

سنڌيءَ ۾ زمان ماضي مطلق ٺاهڻ لاءِ واحد متڪلم جي صورت ۾ اسم مفعول جي پٺيان "س" جي پڇاڙي ڳنڍبي آهي. جيئن "وڃڻ" جو ماضي "ويس". بابا جي ڪلام مان مثال:-

وڏي ٿي مياس، پرينءَ سان نہ ملياس

### صفت تفصيل:

صفت تفصيل کي ظاهر ڪرڻ لاءِ سنڌيءَ ۾ "رو" يا "رڙو" جون پڇاڙيون ڳنڍبيون آهن. جيئن چڱو، چڱيرو، چڱيرڙو. بابا جي ڪلام مان مثال؛

اِتي ڏک گهڻيري، اڳي نور نہ ٺاڻ

### ضمير استهفام:

سنڌيءَ ۾ انداز ڏيڪارڻ لاءِ ڪيترو يا ڪيترا ۽ قسم ڏيڪارڻ لاءِ ڪهڙو يا ڪهڙا ضمير استهفام استعمال ٿيندا آهن.

ڪوني ڊڪن ڪيتڙا،

تون آيون ڪهڙي ڪم.

# صوفيا ڪرامَ ۽ عوامي ٻوليون

عربن جي مادري زبان عربي هئي ۽ الله تعاليٰ عربن جي مادري زبان ۾ ئي قرآن مجيد نازل ڪيو. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو؛

"۽ جيڪڏهن اسان هن ڪتاب کي عربيءَ کان سواءِ ٻي ٻوليءَ ۾ نازل ڪيون ها ته هو چون ها ته هن جا احڪام چڱيءَ طرح چو نه سمجهايا ويا. هي نه عربي ٻولي آهي ۽ نه اسين عرب آهيون". (حم السجده44)

"اسان هن کي عربي زبان ۾ نازل ڪيو ته جيئن توهين سمجهو". (سوره الزخرف-2)

الله تعاليٰ عربن جي لساني گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ قرآن مجيد سندن مادري زبان ۾ نازل فرمايو. پر جڏهن اسلام جو غير عرب قومن سان واسطو پيو ته غير عرب قومن جون لساني گهرجون ابري سامهون آيون ۽ مسلمان مبلغن کي قرآن مجيد جو ترجمو ٻين ٻولين ۾ ڪرڻو پيو. سنڌيءَ زبان ئي اها خوش قسمت زبان آهي جنهن ۾ سڀ کان پهرين قرآن مجيد جو ترجمو ٿيو.

اسماعيلي داعين به مقامي ريتن رواجن، لساني گهرجن ۽ مقامي ماڻهن جي سياءَ کي نظر ۾ رکندي، اسلامي عقيدن کي مقامي رنگ ڏيئي اسلام جي تبليغ ڪئي. سيد اسلام شاهه اسماعيليءَ جا گيتي ۽ پرگهٽي مريد مقامي لباس ۾ مقامي زبان ۾ اسلامي عقيدن جا موحدانه ٻچن ڳائيندا هئا.

پهلا سرجن هار ڏکاني اس ڪون جپنا شڪ نه آنو.

هڪ طرف ته اسماعيلي داعين مقامي ثقافت ۽ مقامي عقيدن جي حوالي سان، اسلامي عقيدن جي مقامي ٻولين ۾ تبليغ ٿي ڪئي ته ٻئي طرف صوفيا ڪرام ڳڙن ۾ مهر ۽ محبت جا لعل لڪائي ماڻهن ۾ ورهائيندا ٿي رهيا ۽ مقامي ثقافت جي رنگَ ۾ اسلامي عقيدن جي تبليغ ٿي ڪئي. حضرت معين الدين چشتيءَ ملتان ۾ سرائڪي سڪي ۽ سنڌس محفلن ۾ هندوستاني زبان ۾ چيل گيت ڳايا ويندا هئا. بابا فريد نه رڳو سرائڪي زبان ۾ دوها چيا پر مقامي عقيدن جي رنگ ۾، مقامي ٻوليءَ ۾ وظيفا پڻ وضع ڪيا. مثال طور ويدانتيءَ آڏو جيو آتما (روح) تي جڏهن ڪثرت جو فريب ظاهر ٿيندو آهي تڏهن جيو آتما ڌانهن ڪندي آهي ته " تت سوم اسي" (تون هو آهين). بابا فريد به ساڳئي مفهوم جو وظيفو وضع ڪيو.

الله جي باري ۾ ويدانتي چوندو آهي " نيتي نيتي (هو هي به نه آهي، هو هي به ناهي) بابا فريد به ساڳئي مفهوم جو وظيفو وضع ڪيو؛

اِهو نه تون، اُهو نه تون، اهو به نه تون.

بابا فريد جو سرائڪيءَ ۾ چيل هي دوهو؛

ڪاگا ڪرنگهه ڍنڍوليا سگلا کايا ماس،
اي دو نين نه چوهيں پر ڏيکڻ دي آس.

هنديءَ ۾ ترجمو ٿي ساري هندوستان جي مندرن ۾ گونجڻ لڳو؛

ڪاگا سب تن کائيو، چن چن کائيو ماس،
يہ دو نين نہ کائيون، پيا ملن کي آس.

شيخ عبدالقدوس گنگوهيءَ (1455ع) پنهنجو تخلص " الک داس" رکيو جيڪو عبدالله جو ترجمو هو ۽ موحدانہ ڀجن لکيائين:

يہ جگ ناهي باج ڀي، بوجھ برهم گيان،
سو پاني، سو بلبلا، سوئي سرور جان.

حضرت شرف الدين بوعلي قلندر (وصال 1323ع)

سجن سکاري جائينگي نيت مرينگي رو،
بدّنا، ايسي رين ڪر، ڀور کدي نہ هو.

شيخ شرف الدين يحيٰ منيريءَ (1263-1370ع) ناگ ۾ وچون لاءِ جيڪو منتر ڏنو هيو سو هندو توڙي مسلمانن ۾ مقبول هو:

ڪالا هنسا ناملا، بسي سمندر تير،
پنک پساري، بک هري، نرمل ڪري سرير.

قاضي محمود دريائي:

ڪاجر پارون ڪنکرا، سرمہ سهيو نہ جاءِ،
جن نينن ۾ تو بسي، دوجا اور نہ سماءِ.

سيد محمد گيسو دراز:

اور معشوق بي مثال، نور نبي پايا،
اور نور نبي رسول ڪا، ميري جيو ۾ آيا،
اينس اپنيس دکاوني، ڪيسي آرسي لايا.

پير حضرت قطب عالم:

محمد پر مين کٽريا، سائين پرم چکائي.

سيد محمد مهدي جونپوري:

هون بلهاري سجنا، هون بلهار،
هون سرجن سهرا، ساجن مجھ گل هار.

شيخ بهاؤالدين باجن (1388ع):

يون باجن باجي ري، اسرار چا جي،
صندل من ۾ ڏمکي، رب رنگ ۾ جهمکي،
صوفي ان پر ٺمکي.

روزي ڏر ڏر نماز گزاري، ديني فرض زڪات،
بن فضل تيري چونک ناهين، آگئي مک ۾ بات.

شاہ ميرانجي العشاق (1496ع):

ڪيي نہ رنگي مهندي رگون، قول پاس نہ آيا،
رنگ نہ رنگا دنتون اس کي پيمي نہ هارون ڪايا،
کهي منجھ پر سهاگ الله ڪا، چت رهيا سهاوا،
اب ڪيون سر سهاوي دوجا، تم ڪو ناهي ناوا.

سيد شاهہ هاشم علي العلوي (1649ع):

هاشم جي جهولان لهر، پيوين وحدت کي بحر،
هو دين متوالي سهر، ڏني جيو قاتل زهر.

شاهہ محمد جيو گامہ ڌني (1515ع):

ايک سمندر سات کهاوي، ڏونس بادل بہ برساوي،
وهي سمندر هو بوند دکالي، ندياں نالي هو کر چالي،
پيو ملا گل لاگ رهي هي سک بہ دک کي بات نہ کيجيئي.

هڪ پاسي تہ صوفين ۽ درويشن مقامي ثقافت ۽ مقامي ٻوليءَ ۾ مقامي عقيدن ۾ اسلامي عقيدن کي رڱي اسلام جي تبليغ ٿي ڪئي ۽ ڪين عشق ۽ محبت جا ٻچن، ڪافيون، وايون ۽ دوها ٿي ٻڌايا تہ ٻي طرف درٻاري ثقافت جي حوالي سان اهڙي زبان ۽ شاعريءَ جي روايت جي شروعات ٿي جنهن جو عوام سان ڪو تعلق نہ هو. ميرزا مرزا، حاتم ۽ ناسخ جي اصلاحي تحريڪ ، اردوءَ کي عوامي رنگ کان پاڪ ڪيو ۽ سعدالله دکني شاعر، قدرت وليءَ کي صلاح ڏني تہ

"شما زبان دکني را ريختہ موافق اردو ئي معليٰ شاه جهان آباد موزون بکنيد تا موجب شهرت و رواج خاطر صاحب طبعاني عالي مزاج گردد". ①

اسماعيلي داعين ۽ صوفين جي پرچار خود هندن جي ذات پات جي خلاف احساس جاڳايو جيڪو ڀڳتي تحريڪ جي روپ ۾ اُڀريو. ڀڳتي تحريڪ جي شروعات سواميءَ رامانج (1016-1137ع) مادو (1278)، آنند تيرٿ ، وشنو سوامي ۽ باشوءَ جهڙن بزرگن ڪئي. هندو ۽ مسلمان سڀ کان پهرين ڏاکڻي هندستان ۾ هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ آيا ۽ هندو اسلامي نظرين کان واقف ٿيا ۽ اهو ئي دور آهي جو اسماعيلي داعي هندستان ۾ آيا ۽ ست پنٿ جو بنياد وڌائون. سيد سبطِ حسن پنهنجي ڪتاب "پاڪستان مين تهذيب کا ارتقا" ۾ "آبِ ڪوثر" (صفحہ ٢٥) جي حوالي سان لکي ٿو تہ:

"ڀڳتي تحريڪ جي ست پنٿ جو باني سيد امامالدين اسماعيلي هو".

هن ڊاڪٽر تارا چند جي ڪتاب "هندوستاني تهذيب پر اسلام کا اثر" مان هيٺيون اقتباس ڏنو آهي:

"ڀڳتي تحريڪ جي گهڻن جزن جو ڏس جيتونيڪ انفرادي طور اُهڃند، مها ڀارت ۽ ڀڳوت پران وغيره مان ملي ٿو پر گهڻو تنو اهي جزا ۽ انهن جي جدا جدا رُخن تي اصرار جو انداز صاف ٻڌائي ٿو تہ انهن جو تعلق اسلامي عقيدن سان آهي ۽ گهڻو ڪري اهي اسلامي نظرين جي پيداوار آهن".

---

1 ڊاڪٽر شوڪت سبزواري: "اردو زبان کا ارتقا"، صفحو 101

# ڀڳتي تحريڪ

ڀڳتي تحريڪ جا ٻه روپ آهن (1) نر نارائڻ مت ۽ (2) ساتوت مت. نر نارايڻ مت ۾ بهادري ۽ ڪرم تي زور ڏنو ويو آهي. هن مت جو نمائندو ڪتاب "مها ڀارت (ڀڳوت گيتا سميت)" آهي ۽ هن جو نمائندو ڀڳت ارجن آهي. هن مت جو مرڪز متّرا ۽ ان جي پسگردائيءَ وارا علائقا آهن.

ساتوت مت محبت جو مت آهي. هن مت جو نمائندو ڪتاب "شري مد ڀاڳوت" آهي. هن جو مرڪز چتوڙ جي ويجهو ماڌيما نگري هو جنهن کي هاڻ رڳو نگري سڏيو ويندو آهي. هن مت جو نمائندو ڪتاب "شري مد ڀاڳوت" آهي جنهن لاءِ هڪڙي حڪايت مشهور آهي. هندن جي گرنٿن جي ليکڪ کي وياس سڏيو ويندو آهي. چون ٿا ته هڪڙي وياس وڏا وڏا ڪتاب لکيا پر هن جي من کي شانتي ڪانه هئي. هڪ ڏينهن وياس ديو رشي نارد سان پنهنجي من جي اشانتي جي ڳالهه ڪئي. رشي نارد چيس ته اڄ تائين تو رڳو عقل ۽ دانش جا ڪتاب لکيا آهن. هاڻي ڪو پريم گرنٿ لک ته دل کي شانتي ملندي. نارد جي صلاح تي هن محبت جو ڪتاب ، "شري مد ڀاڳوت" لکيو.

ڀڳتي ڪنهن به ديويءَ يا ديوتا جي ٿي سگهي ٿي. پر ڀڳتي تحريڪ جو تعلق وشنو مت سان آهي. هندن جو عقيدو آهي ته جڏهن به دنيا ۾ ظلم ۽ گناهه وڌي ويندو تڏهن وشنو مادي جسم ۾ اوتار وٺي ظلم ۽ گناهه کي ختم ڪرڻ ۽ انسانن جي سڌاري ۽ ڀلائيءَ لاءِ دنيا ۾ ايندو آهي. اهڙيءَ طرح وشنو نو دفعا اوتار وٺي هن دنيا ۾ اچي چڪو آهي. وشنو مت جو تعلق رڳو رام ۽ ڪرشن جي اوتاري وجود سان آهي ۽ انهن سان عشق هن مت جو اصل متو آهي. ڀڳتيءَ جا پنج ڀاوَ آهن :-

(1) شانت ڀاوَ: هي رشين ۽ صحرانشين درويشن ۾ هوندو آهي. ان ڀاوَ سان هو رام ۽ ڪرشن کي هر هڪ ذري ۾ محسوس ڪندا آهن. ۽ ان جي پوڄا ڪندا آهن.

(2) داس ڀاوَ: رام ۽ ڪرشن جي ڀڳتي ڪرڻ، هنومان سڀ کان وڏو ڀڳت آهي.

(3) سکا ڀاوَ: هن ۾ ڀڳت دوست بڻجي ڀڳتي ڪندو آهي. جيئن ڪرشن جا گوالا جيڪي ڪرشن سان رانديون ڪيڏندا هئا.

(4) واتسليه ڀاوَ: هن ۾ ٻال رام يا ٻال ڪرشن جي ڀڳتي ڪئي ويندي آهي. دشرت ڪوشليا ۽ شو ٻال رام جا ڀڳت آهن. يشوڌا ۽ ولڀ اچاريه ڪرشن جا ڀڳت آهن.

(5) پريم ڀاوَ: هن ۾ رشي ۽ درويش جو شانت ڀاوَ هنومان جو داس ڀاوَ گوالن جو سکا ڀاوَ يشوڌا جو واتسليه ڀاوَ ۽ ٻال ليلائن سڀ موجود آهن. هن ۾ پريم ڀڳتي جي آتما، پرم آتما سان ملي هڪ ٿي ويندي آهي. هن ڀڳتيءَ ۾ شرنگ رس ڀريل آهي ۽ جسم ۽ روح کي ايذاءَ ڏيندڙ رياضتن کان منع ٿيل آهي.

"شري مد ڀاڳوت" ڪانپوءِ وشنو تصور وقت جي اونداھين ۾ گم رهيو آهي. ڇهين صديءَ ۾ وشنو مت جي ٻن ڪتابن جو ڏس ملي ٿو. هڪ "هروش" (ڪرشن جو شجرو) ۽ ٻيو "وشنو پران" يعني وشنوءَ جو ڪرشن جي روپ ۾ اوتار وٺڻ جو واقعو. انهن ڪتابن مان خبر پئي ٿي ته اٽڪل ڏيڍ هزار ورهيه وشنومت موجود هو. نائين صديءَ ۾ "ڀڳوت پران" جو ڏس ملي ٿو جنهن ۾ ڪرشن جي اوتار وٺڻ جو واقعو وڌيڪ تفصيل سان ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪرشن هڪڙي ڳنوارڻ سان پيار ڪندو نظر اچي ٿو پر ان ڪتاب ۾ راڌا جو نالو ڪونهي. هن مترا ۾ ڪرشن جي پيدائش، گوڪل ۾ گوالن سان سندس پرورش، گوالن سان پيار ۽ پوءِ ان گوالن کي ڇڏي گوڪل وڃڻ ۽ اتان جي راجا ٿيڻ جو ذڪر آهي. هن ڪتاب ۾ ڪرشن جا ٻه ڪردار آهن: هڪ وشنوءَ جي پيار ۽ ٻيو وشنوءَ جي طاقت جو مظهر آهي.

يارهين ۽ ٻارهين صديءَ ۾ گوالي ڪرشن جو ڪردار مقبول ٿيو ۽ هن جي ڳوالڻ محبوبا راڌا جو نالو به ورتو ويو. راڌا ۽ ڪرشن جو ميلاپ روح ۽ خدا جو ميلاپ هو.

راڌا ڪرشن جي ڪهاڻيءَ جي رومانوي عنصر کي يارهين صديءَ جي هڪڙي شاعر جئديو "گيت گرنند" نالي هڪڙي تمثيلي نظم ۾ اڀاريو ۽ ڪرشن ۽ راڌا کي هيرو ۽ هيروئن جي روپ ۾ پيش ڪيو. راڌا جي ان تصور کي رامانند ڪاشيءَ ۾ آندو. رامانند رام ڀڳت هو پر هن جي مت ۾ رام ۽ ڪرشن ۾ ڪو تفاوت ڪونه هو. ڪبير ۽ رويداس رامانند جا شاگرد هئا. ڪبير جي آخري ڏينهن ۾ گرونانڪ پيدا ٿيو ۽ ڪبير جو چيلو رويداس ميران ٻائيءَ (ڄم 1498ع) جو گرو هو. ڪبير جي ڏينهن ۾ بنگال ۾ چيتنيه مها پربو پيدا ٿيو ۽ ولڀ آچاريه (1478-1530ع) سورداس جو شش هو ۽ ڪرشن جي ٻال روپ کي پوڄيندو هو. ان دور ۾ ٽي مت مقبول ٿيا:

(1) شوڪ مت:- شو ڀڳت. هي گهڻو ڪري برهمڻ هئا. هي هندوستان جو سڀ کان پراڻو مت آهي.

(2) شاڪت مت:- شڪتيءَ ديويءَ جا پڄاري، جيڪي ديويءَ تي قربانيون ڏيندا هئا.

هندو سماج بنيادي طرح ذات پات جو سماج هو. مسلمان صوفين درويشن ۽ اسماعيلي ست پنٿين جي اثر هيٺ ڀڳتي تحريڪ انساني هڪجهڙائي ۽ برابريءَ جي تحريڪ بڻجي اڀري. رامانند کي هن جي گرو اگهونند شنڪر هدايت ڪئي هئي ته شودرن ۽ عورتن کي پنهنجي حلقي ۾ شامل نه ڪجان.. پر هن پنهنجي گروءَ جي ڳالهه نه مڃي ۽ چيو ته ذات پات ۽ ڇوت ڇات برهمڻ جون گهڙيل ڳالهيون آهن. ايشور پيار آهي ۽ پيار ايشور آهي. ڪنهن به شودر، برهمڻ مسلمان، مرد يا عورت کي پريم ڀڳتيءَ کان روڪي نه ٿو سگهجي. هندن ۾ ڪوري گهٽ ذات وارو ۽ برهمڻ اوچي ذات وارو آهي. ڪبير چئي ٿو:-

منهنجي گهر ۾ ته سڻ جو ڍير آهي
مان هر وقت ڪپڙو اُڻيندو ٿو رهان،

البت تنهنجي ڳچيءَ ۾ رڳو هڪڙو سُٽ (جنيو) آهي
تون فقط ويد ۽ گايتري پڙهڻ ڄاڻين،
پر منهنجي من ۾ ڀڳوان ٿو وسي
جو منهنجي زبان تي آهي،
اڪين ۾ آهي،
تون برهمڻ آهين ۽ مان ڪاشيءَ جو ڪوري،
پر منهنجي ڳالهه ڪن کولي ٻڌ،
تون بادشاهن ۽ اميرن جي در تي خيرات گهرندو آهين،
۽ مان ڀڳوان جو ڌيان ڪندو آهيان،
ٻڌاءِ، اسان مان وڌيڪ سٺو ڪير آهي.

## شاعريءَ جي صنف دوهي جو پس منظر

شاعريءَ جي صنف دوهي جي باري ۾ هندو محققن جو چوڻ آهي تہ شاعريءَ جي اها صنف ويدن جي گايتري ڇند مان اُڀري. هندي ڇند پرڪاش جي ليکڪ رگهونند شاستريءَ لکيو آهي تہ:

گايتري ڇند مان اشٽ ڇند، اشٽ ڇند مان پراڪرت يا اُپ ڀرنش جو ماترڪ ڇند، ان مان آري ۽ آريءَ مان هندي دوهو لڌيو.

ويدن جا ڇند ورنڪ يعني ڳڻپ وارا هئا جيئن گايتريءَ جي هڪ مصرع ۾ 24 اکر ۽ اشٽپ ڇند جي هڪ مصرع ۾ 32 اکر.①

گايتري ڇند ويدن جو اهم ڇند مڃيو ويندو آهي. ان ڇند کي مهاتما ٻڌ بہ پسند ڪيو هو. گايتريءَ کي ديوي بہ مڃيو ويندو آهي. گايتري ديويءَ جي باري ۾ هڪ ديو مالائي ڪهاڻي بہ مشهور آهي تہ واسوا واسوءَ نالي ڪو برهمڻ هو جيڪو ڏاڍو سٺو ڳائيندو هو. هڪ دفعي واسوا واسوءَ گايتري ديويءَ کان سوم رس ٻوٽي لڪائي ڇڏي. ديوتائن کي جڏهن خبر پئي تہ ديوتائن واڪ ديويءَ کي سوم رس ٻوٽي آڻڻ لاءِ موڪليو. واسوا واسو سهڻين عورتن جو شوقين هو. هن واڪ ديويءَ جي سونهن ڏسي سوم رس ٻوٽي ديوتائن کي موٽائي ڏني ۽ واڪ ديويءَ کي حاصل ڪيائين. واڪ ديويءَ اصل ۾ سرسوتي ديوي هئي.

هيءُ انهن محققن جي تحقيق آهي جيڪي تندي ڪنڌ جي علم، ادب، آرٽ ۽ موسيقي وغيره جي شروعات ويدن مان ڪندا آهن. ٻين محققن جو رايو آهي تہ اپڀرنش جي شاعري دوها ڇند ۾ ملي ٿي. گاٿا جو مطلب پراڪرت ۽ دوهي جو مطلب اپڀرنش گڏيل رائج الوقت زبان ورتو ويندو هو.

دوها ڇند کي مضمون جي لحاظ کان ٻن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي. شروعاتي

---

① پروفيسر محمد آصف خان، ”آکيا بابا فريد ني“.

دوهي جو موضوع ديومالائي ڪهاڻيون ۽ پراڻن قصن جا جزا هوندو هو. اهو دوهو گهڻو ڪري هڪ سٽو هوندو هو يعني جنهن ۾ هڪ جملو سمايل هوندو هو. اهڙا دوها سڀ کان پهرين پٽن ۽ چارڻن ڀاٽن شروع ڪيا. هيمچندر جي گرامر ۾ اهڙن دوهن جا مثال عام آهن ۽ انهن جي مصراعن جا جوڙا جدا جدا ماپ جا آهن.

ٻئي قسم جي دوهي جو موضوع مذهبي ۽ روحاني آهي. اهڙي قسم جي دوهي جو وڏو ذخيرو موجود آهي. دوها چند جو پراڻي ۾ پراڻو شاعر جنهن جو نالو معلوم ٿي سگهيو آهي سو جئنڊ آهي جيڪو ڇهين عيسوي صدي ۾ ٿي گذريو آهي.

منهنجي خيال ۾ دوهي جي شروعات اسان جي لوڪ شاعرن مان ٿي آهي. اڳاڻي زماني ۾ شاعري ۽ موسيقي ٻئي لازم ملزوم هيون. ان ڪري دوهي جي شروعات معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي موسيقي جي اڳاڻي صنفن يا وضعن تي نظر وجهڻي پوندي. سڀ کان پهرين اسين موسيقي جي قديم صنف "ترونٽ" جو مثال ٿا وٺون. ترونٽ لا چيو ويندو آهي اها ان دور جي يادگار آهي جڏهن موسيقيءَ ۾ اجا لفظ شامل نه ٿيا هئا ۽ رڳو سريلا آواز ۽ بي معنيٰ ۽ مهمل اکر يا علتي آواز ڳايا ويندا هئا.

ٻيو مثال "پربند" جو آهي. هي ترونٽ کان پوءِ جو آهي ۽ هن ۾ لفظ ڳايا ويندا هئا جن ۾ وزن يا بحر ڪونه هوندو هو ۽ لفظن کي هڪ خاص تار سان پاڻ ۾ ڳنڍيو ويندو هو. شروعات ۾ پربند ۾ رڳو هڪڙي جملي يا دوهي جي هڪڙي چرڻ کي ڳايو ويندو هو جنهن کي "استايا" چيو ويندو هو. آهستي آهستي هڪڙو ٻيو جملو يا چرڻ به شامل ٿيو جنهن کي ڌروا (Fixed) سڏيو ويو. اهڙيءَ ريت ٻن چرڻن وارو پربند وجود ۾ آيو جنهن کي "ڌوي ڌاتو" سڏيو ويو. پنڊت دامودر پربند جي ٻئي چرڻ يا جملي کي "ايوڳ" سڏيو آهي. جنهن جي معنيٰ انت يا آخر آهي. اهي ٻئي چرڻ يعني استايه ۽ ڌروا واري وٿيءَ سان ڳايا هئا. جنهن چرڻ يا مصرع تي گانو پورو ٿيندو هو تنهن کي "ايوڳ" چيو ويندو هو. شروعات ۾ جڏهن اڃا ڌروا وجود ۾ نه آيو هو ۽ رڳو استايه کي ڳايو ويندو هو. تڏهن استايه کي به ايوڳ چيو ويندو هو.

ٻن چوڻن کان پوءِ پربند ۾ ٽئين چرڻ جو اضافو ٿيو ۽ پربند کي "ٽر ڌاتو" چيو ويو. ان ۾ استايه، ڌروا ۽ ايوڳ ٽيئي شامل هئا. گايتري چند ۾ ٽي چرڻ هوندا هئا. ان دور ۾ چرڻ ماترائن جي وزن تي نه پر اکرن جي ڳڻپ تي قائم ٿيندا هئا. گايتريءَ جي هڪ هڪ چرڻ ۾ اٺ اٺ اکر هوندا هئا. اهڙيءَ طرح گايتريءَ جي ٽنهي چرڻن ۾ ڪل چوويهه اکر هوندا هئا. آهستي آهستي پربند ۾ چوٿين چرڻ جو اضافو به ٿيو، جنهن کي "ميلاپڪ" يعني ملائڻ وارو چرڻ سڏيو ويو ۽ جيڪو ڪڏهن ڌروا کان اڳ ۽ ڪڏهن ڌروا کان پوءِ ايندو هو ۽ ڌروا کي ڪڏهن استايه سان ته ڪڏهن ايوڳ سان ملائيندو هو ۽ اهڙيءَ ريت پربند جا چار چرڻ ٿي پيا. هوڏانهن گايتري چند جنهن ۾ اٺن اٺن اکر وارا چرڻ هئا تنهن ۾ به چوٿين چرڻ جو واڌارو ٿيو ۽ گايتري چند اشٽپ سڏجڻ لڳو.

پربند ۾ هڪڙو ٻيو چرڻ به پيدا ٿيو جنهن کي انترو چيو ويو. آهستي آهستي

ميلاپ چرڻ غائب ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ انتري والاري. اهو چٽر ڏاتو پر بند دوهي جو ئي روپ آهي.

"پر بند" وانگر جيڪڏهن 'ڏوهڙ' جو مثال وٺون ته شروع ۾ ڏوهڙ ۾ ٻه ٻه چرڻ هئا ۽ ٻئي چرڻ کي به ڏوهڙ معنيٰ مستقل يا مقرر فقرو چيو ويندو هو جيڪو وري ورڻ ڳائبو هو. آهستي آهستي ڏوهڙ ۾ ٻه چرڻن جو واڌارو ٿيو ۽ ٻن مان ٽي ۽ ٽن مان چار چرڻ ٿيا. سڀ کان پهرين پهرين چرڻ کي، پوءِ ٻئي ۽ ٽئين کي ۽ آخري ۾ چوٿين چرڻ کي ڏوهڙ سڏيو ويو. آهستي آهستي ٻئي ۽ چوٿين چرڻ ۾ قافيو شامل ٿيو. اها دوهي جي ئي شڪل آهي.

منهنجو ذاتي رايو آهي ته "دوهو" لفظ "ڏوها" جي بگڙيل صورت آهي.

'پر بند' ۽ 'ڏوهڙ' مان ئي دوهو اسريو ۽ 'ڏوهو' مان دوهو ۽ 'ڏوها' مان 'دوهو' لفظ نهيو.

## بابا فريد جي شاعري ۽ جي سنڌي ادب ۾ اهميت

بابا فريد بنيادي طرح سرائڪي زبان جو شاعر آهي پر سندس شاعري هيٺين ٽن ڳالهين جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿي.

(1) بابا فريد جي شاعري سنڌي شاعريءَ تي ان مٽ نقش ڇڏيا آهن.

(2) بابا فريد سرائڪيءَ سان گڏو گڏ سنڌيءَ ۾ به شاعري ڪئي آهي، جيڪا سنڌي ادب جي اوسر جي تاريخ جي مطالعي لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿي.

(3) بابا جي شاعري لسانيات جي ماهرن لاءِ لساني رابطن جي مطالعي لاءِ وڏو مواد مهيا ڪري ٿي.

بابا فريد جي شاعريءَ جي مطالعي مان لڳي ٿو ته سندس شاعريءَ جا سنڌي شاعريءَ تي ان مٽ نقش آهن ۽ منهنجو خيال آهي ته سنڌي شاعريءَ ۾ 'ڪانگل' ۽ 'هنج' جون علامتون بابا جي شاعريءَ مان ئي آيون آهن. قاضي قادن ۽ شاهه سائين جي شاعريءَ تي به بابا جي شاعريءَ جا ڪي ان چٽا نقش نظر اچن ٿا. شاهه سائين ته بابا جي هڪڙي دوهي جو اکري ترجمو ڪيو ۽ ٻئي دوهي جي پهرئين مصرع ڪٿي ان تي پنهنجو بيت لکيو. مثال

بابا فريد جو دوهو:

> سرور پنکي هيڪڙو، ڦاهيوال پچاس،
> اي ٿڻ لهرين گڏ ٿيا، سچي تيري آس.

شاهه لطيف:

> جر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاهه،
> رکي آس الله، لڏي لهرن وچ ۾.

بابا فريد:

> ڪنڌي واهڙ نه ڍاهه، تو ڀي ليکا ڏيوڻا،
> جڌر رب رضاءِ، وهڻ تداو گو ڪري.

شاهه لطيف:

واهڙ پريون ۾ پاءِ، تو پڻ لکيو ڏيئو،
سدا ساڻون ڏينهڙا، هنئين نہ هوندا،
وهاڻيءَ ويندا، اوهر اوتاهان لهي.

اهڙيءَ ريت قاضي قادن جا جيڪي دوها مليا آهن، انهن مان هي ٻہ دوها بابا فريد جا آهن:-

ڏينهن لٿا، سنجهيا پئي، اڳئون آئي رات،
ڪڙا پڪاري پاتڻي، ٻيڙا ڪپر وات.

بابا فريد:

فريدا، ڏکان سيتي ڏينهن گيا، سولان سيتي رات،
ڪڙا پڪاري پاتڻي، ٻيڙا ڪپر وات.

قاضي قادن:

هڪ وها جيئن لون، ڪستوري جهنگئن گهري،
سچان دي صابون، اندر اجا نہ ڪري.

بابا فريد:

فريدا، اڪ وهاجين لون، ٻيا ڪستور جُهنگ چوي،
ٻاهر لاهه صابون، اندر اجا نہ ٿيوي

سنڌي ادب جي اوسر جي تاريخ جي ڏس ۾ هن مهل تائين جيڪا کوجنا ٿي آهي ان مطابق اسان جي شعري روايت جي شروعات لوڪ داستانن جي ڳاهن سان ٿي ٿئي جن بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو چوڻ آهي تہ اهي ڳاهون سومرن جي دور جون آهن. اسان جي باقاعدي شاعري يعني عالمن ۽ عارفن جي شاعريءَ جي شروعات چوڏهين صدي کان ٿئي ٿي. ان کان اڳ اسان جو شعري سرمايو ڇا هو، تنهن بابت ڪجهہ بہ چئي نہ ٿو سگهجي.

پنجابي زبان جي اديب ۽ محقق پروفيسر آصف محمد خان، سکن جي مقدس ڪتاب گرو گرنٿ ۾ شامل بابا فريد جي دوهن کي ترتيب ڏيئي "آکيا بابا فريد" جي عنوان سان ڪتاب ڇپايو آهي. ان ڪتاب جي آخر ۾ هن بابا فريد جا اهڙا دوها ڏنا آهن جيڪي گرو گرنٿ کان ٻاهران فارسيءَ جي تذڪرن مان هٿ آيا آهن. جيئن تہ اهي دوها فارسي صورتخطيءَ ۾ لکيل آهن ان ڪري انهن جو اچار ايترو تہ ڦري ويو آهي جو ڪجهہ دوها تہ سمجهہ ۾ ئي نہ ٿا اچن. پر انهن کي ڌيان سان پڙهجي تہ خبر پوندي تہ انهن مان ڪيترا دوها سنڌي آهن.

مثال:

فريدا، جا مون لگا نيهہ تا مين دکهہ وهاجيا،
جهران هبهوئي ڊينہ، ڪارن سچي ما پري.

صاف پڙهڻي:

فريدا، جان مون لڳو نينُهن، تان مون ڏک وهائيا،
جُهران سيو ڏينهن، ڪارڻ سچي مان پرين!

مثال:-

تون تون کر بندي جو موئي، موئي بھي تون تون کرن،
جنھين تون تون نہ ڪيا، تنھين نہ سنجاتو تن،
سائين سندي ناؤ ڪھي، وايہ پري چون،
رب نہ ڀھني پوريا، سندي فقيرن •

صاف پڙهني:

تون تون ڪندي جي مئا، مئي بہ تون تون ڪن،
جنھين تون تون نہ ڪيو، تنھين نہ سڃاتو تن،
سائينءَ سندي نانءُ کي، دائم پرين چون،
رب نہ پڇي پورهيو، سندو فقيرن •

مثال:

فريدا، درد نہ وجہ داروئين، جي لکھ طبيب لگن،
چنگي ڀلي تھي ٻھان، جي مون پرين ملن.

صاف پڙهني:

فريدا، دَردَ نہ وڃنم داروئين، جي لک طبيب لڳن،
چڱي ڀلي ٿي ويھان، جي مون پرين ملن •

مثال:

فريدا، دل اندر درياؤ، ڪنڌھي لگا ڪيہ ڦھري،
ٿبي مار منجھاھين، منجھون ھي مانک لھين •

صاف پڙهني:

فريدا، دل اندر درياهُ، ڪنڌي لڳو ڪئن ڦرين،
ٻيي مار منجھاهہ ، منجھان ئي مانڪ لھين •

مثال:

ٿنُ رهيا مَنُ ڦٽيا، طاقت رهي نہ ڪاءِ،
أٿ پرين طبيب ٿيو، ڪاري دارو لاءِ •

صاف پڙهني:

ٿنُ رهيو، من ڦٽيو، طاقت رهي نہ ڪاءِ •
اٿ پرين، طبيب ٿيءُ، ڪاري دارون لاءِ •

مثال:

فريدا آسرا ڏني منجھاه ، ڪوه نہ لاهہ ڪڏھن تون،
وي ايون ڪاج ھناه ، ورياني سچا ڏني •

صاف پڙهڻ؛

آسرا ڏئي منجهاه ، ڪوه نه لاه ڪڍهن تـون،
ٿيون ڪاج هڻاه ، ورياڻي سچو ڏئــي.

هي نه هتا گرنٿ کان ٻاهران هٿ آيل دوها. خود گرنٿ ۾ به بابا فريد جا ڪيترا سنڌي دوها شامل آهن. ٻوليءَ جي لحاظ کان گرنٿ ۾ شامل دوها چئن نمونن جا آهن. هڪڙا نيٺ پنجابي، ٻيا سرائڪي، ٽيان سنڌي، چوٿان سرائڪي گاڏڙ سنڌي.

سرائڪي گاڏڙ سنڌي دوهن کي اسين سنڌي دوها تسليم ڪري سگهون ٿا ۽ انهن دوهن جي ٻوليءَ کي اُتر، لاڙ ۽ لس جي سنڌيءَ وانگر، سري جي سنڌي سڏي سگهون ٿا. ان ڳالهه جو به امڪان آهي ته اهي سرائڪي گاڏڙ سنڌي دوها اصل ۾ نج سنڌيءَ ۾ لکيل هجن ۽ گرو نانڪ ۽ گرو ارجن تائين پهچندي پهچندي انهن ۾ سرائڪي اکر شامل ٿي ويا هجن. بهرحال اسان کي سرائڪي گاڏڙ سنڌي دوهن کي به سري جي سنڌيءَ جا دوها سمجهي قبول ڪرڻ گهرجن.

## گرنٿ ۾ شامل سنڌي دوها

دوهو 109

صبر ايهه سآوجي تون بندا دڙ ڪره ،
ودهه تهيوه درياؤ ٽن نه تهيوه واهڙا.

صاف پڙهڻ؛

صبرُ اي ساٺُ، جي تون بندا دِڙ ڪرين،
وڌ ٿي وهُ درياهُ ، ٽُٽ نه ٿي وَهُ واهڙُ.

دوهو 107

صَبُرُ منجه ڪهان اي صبر ڪانيهنو،
صَبُرَ سدا بان خالق خطانه ڪري.

صاف پڙهڻ؛

صبر منجهه ڪمان، صبر ڪانيڙو،
صبر سندا ٻان، خالق خطا نه ڪري.

دوهو 85

فريدا گلين س سجن ويهه، اڪ ڍونڍيندي نه لهان،
دکهان جيو ماتليهه، ڪارن تنهان ما ٻري.

صاف پڙھڻي؛

فريدا، ڳليئين سُجهن ويه، هڪ ڍونڍيندي نہ لهان،
ڏکان جڻن ماليه، ڪارڻ تهان مان پرين.

دوھو 52

فريدا رتي رت نہ نڪري،جي تن چيري ڪوء،
جو تن رتي رب سيں، تن تن رت نہ هوء.

صاف پڙھڻي؛

رتي رَتُ نہ نڪري، جي تَنُ چيري ڪوء،
جي تَنَ رتا رب سين، تِن تَنِ رتُ نہ هوء.

دوھو116

اک پهکا نہ ڳالها، سبهنا مين سچا دهني،
هينئون ڪيهي ٺاه، مانک سبھ امولوي.

صاف پڙھڻي؛

هڪ ڦڪو نہ ڳالها، سيني ۾ سچو ڌڻي،
هينئون ڪهين ٺاهہ، مانک سڀ امولوين.

دوھو 111

تن تپي تنور جيو، بالن هڏ بلن،
پيرين ٿهڪان سر جلان، جي مون پري ملن.

صاف پڙھڻي؛

تَنُ تپي تنور جئن، بارڻ هَڏ ٻَرن،
پيرين ٿڪان، سر ڄُلان، جي مون پرين ملن.

## سرائڪي گاڏڙ سنڌي دوھا

دوھو 55

فريدا، تندهي ڪنت نہ راويو، وڏي ٿهي مئي آس،
دهن ڪرڪيندي گور مين، تي سه تا ملياس.

صاف پڙھڻي؛

ننڍي ڪنت نہ راويو، وڏي ٿي مئياس،
ڌن ڪوڪيندي گور ۾ توسان نہ ملياس.

دوھو 100

فريدا رت ڀري ون ڪنبيا، پت جهڙين جهڙ پاه،
چاري ڪندا ڍهونڍيان، رهن ڪتهاؤ ناه.

صاف پڙھڻي؛

رتُ ڦري، مَن ڪنبيا، پت جهڙين جهڙ پا ء،
چارئي ڪُندا ڏيکيان، رهن ڪٿائين ناه.

دوهو 112

سرور پنکهي هيکڙو، پهاهيوال پچاس،
ايه تن لهرين گڏ ٿيا، سچا تيري آس.

صاف پڙهڻي:

سرور پکي هيڪڙو، ڦاهيوال پچاس،
اي تن لهرين گڏ ٿيا، سچا تيري آس.

دوهو 78

فريدا بري دا ڀهلا ڪر، غصه من نه هنڍهاء،
ديهي روگ نه لگ اي، پلي سبهه ڪڇ پاء.

صاف پڙهڻي:

فريدا بري دا ڀلا ڪر، غصه مَن نه هنڍا ء،
ديهي روڳ نه لڳئي، پلئہِ سڀ ڪجهه پاء.

دوهو 105

پهلي پهري پهلڙا، پهل ڀهي پڇها رات،
جو جاڳنه لهن سي، سائي ڪنون ڏات.

صاف پڙهڻي:

پهرين پهرين ڦلڙا، ڦل ڀي پڇا رات،
جو جاڳن لهن سي، سائينءَ ڪنون ڏات.

دوهو26

فريدا گلئي چڪڙ دور گهر نال پياري نيهه
چلات ڀجي ڪملي، رهان ته ٽٽي نيهه

صاف پڙهڻي:

ڳلئين چڪڙ، ڏور گهر، نال پياري نيهن،
چلان ته ڀجي ڪملي، رهان ته ٽٽي نيهن.

دوهو 27

ڀهجو سجو ڪملي، الله ورسو ميهه،
جاء ملا تنها سجنا، تٽو ناهي نيهه.

صاف پڙهڻي:

ڀجي سجي ڪملي، الله ورسايو مينهن،
جاء ملان تنهان سڄڻان، ٽٽو ناهي نينهن.

- آغا سليم

## 1

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جت دهاڙي ڌَنِ وري ، ســاهي لني لکاءِ ،
مَلڪُ جـو ڪنــي سڻيندا ، مُهُ ديکالي آءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جِتِ ڏِهاڙي ڌَنِ وري، ساهي لـئہ لکاء،
مَلَڪُ جو ڪنين سڻيندا، منهن ڏيکالي آء .

سنڌي ترجمو:

جنهن ڏهاڙي وَرَ سان پرڻي، ڏينهن سهاڳ جو آيو،
ملڪ الموت جو نانءُ ٻڌو هئين، منهن ڏِسڻ سو آيو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڌَنِ = جوان ڇوڪري
وَري = پرڻي
ساهي = تِٿِ
ملڪ = ملڪ الموت
سڻيندا = ٻڌڻ ۾ ايو ٿو
ڏيکالي = ڏسڻ لاءِ

## 2

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

جِندُ نماڻي ڪَڍھيسي ، ھڏا ڪو ڪڙڪاءِ ،

ساھي ليکي نہ چلئي ، جندوُ ڪون سمجھاءِ

دوھي جي امڪاني پڙھتي:

جِند نماڻي ڪڍئي، ھڏان ڪُون ڪڙڪائي،

ساھي لکئي نہ چلئي، جندو ڪون سمجھائي.

سنڌي ترجمو:

جانِ کي تن کان ڌار ڪري ٿو، ھڏن کي ڪڙڪائي،

موت وَرَ سان ھلي نہ جندڙي، ڪير تہ ڪو سمجھائي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

جندو = جان

چلئي = ھلڻ واري

ھڏان = ھڏن کي

ساھي = ٿِتِ

## 3

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جِندُ وهٽي ، مَرَڻُ وَرُ ، لي جا سي پرڻاءِ ،
آپڻ هٿي جول ڪي ، ڪي گل لگي ڌاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جِندُ ووهٽي، مَرَڻُ وَرُ لي جاسي پرڻائي،
آپڻي هٿين جول ڪي، ڪنهن ڳل لڳي دانهين·

سنڌي ترجمو:

موت جو بنرو جِندُ بنري ء کي، نيندو آخر سان،
پنهنجا پاڻ امائيندس پو ڪنهن ڳر لڳندي پاڻ·

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ووهٽي = زال
لي جاسي = ولي ويندو
آپڻي = پنهنجي
جول ڪي = موڪلي
ڳل = ڳر

## 4

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

والهه نڪي پُرِ سلات ، ڪني ن سٽي آءِ ،
فريدا ڪڙي پوندي اي ، ڪڙان آپ مهاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

والئون نِڪي پل صراط ، ڪنين نه سٽياءِ،
فريدا ڪڙي پوندءِ، ڪڙا نه آپ مُهاءِ .

سنڌي ترجمو:

هو جا پل صراط بڻي تني، ڏارَ ڪان وَڌِ جا سنهڙي،
ڇو تو پاڻ مهائين ويئو، پاڻهي خبر پوندي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :
والنهؤن = وار کان وڌيڪ
نڪي = ننڍي، سنهي
ڪڙي = هڙڪ. لڙيو ڇڙهيو. جوڙيبن، ڪِريو کوه ڪڙن. (شاهه)
مُها ءِ = تباهه ڪر. سيڱي ما ءِ مُهن، سي ٿي راحت روح جا. (شاهه)

# 5

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا در درويشي گاڪــڙي ، چلان دنيا ڀت ،
بنهہ اٿاني پوٽلي ، ڪٿي ونجهان گهت .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فــريدا در درويش گاڪڙي، چلان دنيا ڀَتِ،
بنهہ اُٺائي پوٽـلي، ڪـٿـي وڃان گهـت.

**سنڌي ترجمو:**

درويشي ء جي واٽ ڏکي آ. ڪريان دنيا داري،
ٻڌي ڪنيم جا سَر تي سا آءُ ڪٿي اڇلايان ڳنڍڙي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

گاڪڙي = ڏکي
ڀت= وانگر، طرح،     اهُڪي رام الله جي، اهُڪي اهُڪي ڀت. (قاضي قادن)
پوٽلي = ڳنڍڙي
پلاٿيندو پوٽلي مٿي ڪيندو ڪير (قاضي قادن)

## 6

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪِجُهه نه ٻُجهي ڪجهه نَ سُجهي، دنيا ڳجهي ڀاهِ،
سائين ميري چنگا ڪيتا ناهي ت هنيي دجهان آن.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪُجُهه نہ ٻُجهي، ڪُجهه نہ سُجهي دنيا ڳجهي ڀاہ،
سائينءَ ميري جنگا ڪيتا، ناهي تہ هون ڀي دجهان ها.

سنڌي ترجمو:

ڪنهن کي سمجهه اچڻي ناهي، دنيا ڳجهڙي باهِ،
مهر نہ ٿئي ها مولا جي تہ، سڙي وڃي ها ساهہ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ٻُجهي = سمجهڻ ۾ اچي
مورک ماڻ نہ ٻجهڻا، هيڏانهن هوڏانهن ڪَن،
ڪون ٻَجهن، قدر ڪميا آن جو (شاهہ)
ٻجهون
ڀا = باهِ
ڪيتا = ڪيو،ڪيل، ڪيتا لفظ ٿو لوڙهي سنڌي ۾ ٿي.
ناهي = نہ تہ
هون = مان
پرديسيان پنڌ ڪري هلي آيس هون،
اوهو تون عرش تي، آن ڀورو مٽي ڀون،
هون آءُ وندان وَڃُ تون، سيڻان ويہ مَ ڪٿ (قاضي قادن)
دجهان = سڙان
هوسين ڪوهل نيهجي، نَاري بن داهي، (قاضي قادن)
سهي منگل نہ دهڻ، سهي سرپ نہ کاءِ (قاضي قادن)

## 7

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريدا جي جاٺان تل ٿورڙي ، سمل ٻڪُ ڀري ،
جَي جاٺا سَنهُ ننـدڙا ، تان ٿوڙا ماٿه ڪري .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا جي جاٺان تِلِ ٿورڙي، سنبل ٻُڪُ ڀرين،
جي جاٺان شوه نـدڙا، ٿوڙا مانَ ڪرين .

سنڌي ترجمو:

ٿال ۾ ترَ جي ٿورا هن تہ، سوچي ٻُڪُ ڀرَ،
پنهنجي جوان جمان پرينءَ تي، ايڏو ناز نہ ڪر .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

تل = تر
سنل = سنڀالي
شوه = پرين

## 8

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

جي جاڻان لڙُ ڇجڻان ، پيڍي پائين گنڍِ ،
تي جي وڏسي ناه ڪو ، سڀ جڳ ڏٺا هنڍِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

جي جاڻا لڙڇجڻان، پيڍي پائين ڳنڍِ،
تئين جيو شوه ناه ڪو، سڀ جڳ ڏٺا هنڍِ .

**سنڌي ترجمو:**

ڳنڍ ٻڌان ها جي جاڻان ها، پلئه ڇڏائيي ويندو،
ڳولهيم سڀ سنسار نه مليم، ڪو به وڏو تو جيڏو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

لڙ = لڙ لڳڻ، پلئه
ڇجڻا = ڇڄڻو
پيڍي = ٻڪي
پائين = ٻڌين
تئين = تو
جيوه = جيڏو وڏو
شوه = پريتم
هنڍ = آزمائي

## 9

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا جي تو عقل لطيف ڪالي لک ن ليک ۽
آپنڙي گريوان ۾ مين مَهِ سِرُ نينوا ڪر ديک

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، جي تو عقل لطيف، ڪالي لک نہ ليک،
آپڻي گريوان ۾ مُنهن نوا[1] ڪر ڏيک.

**سنڌي ترجمو:**

لک نہ ڪارا ليک فريدن، ڪجهہ تہ عقل ڏار،
ڪڍهين تہ تون بہ ڪَنڌ جُهڪائي، پنهنجا عيب نهار.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

آپنڙي = پنهنجي
گريوان = گريبان، سنڌيءَ ۾ مروج آهي.
سي ڪڻن ٻهرِ هڻن ٻاه، جن ڳڪيو گر گريوان ۾. (شاھ)

---

① اصل متن ۾ "منهن سِر نينوا ڪر" لکيل آهي جيڪو محاوري جي لحاظ کان غلط آهي پروفيسر محمد آصف خان اصلاح ڪري "سر نينوا ڪر" لکيو آهي پر محاوري ۾ منهن استعمال ٿيندو آهي. "نينولکر" بہ صحيح نہ آهي ان ڪري مون "نِوا ڪر" لکيو آهي. نوائڻ اکر بابا فريد ھڪڙي ٻئي دوهي ۾ بہ استعمال ڪيو آهي
جو سِرُ سائين وَ نہ نِوي، سو سِرُ ڪپ اُتار.

# 10

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فـريـدا جوتـِي مارن مُڪيا تنهانَ ماري گُهمِ،
آپـنـڙي گـهــر جانيي ، پير تنها دي چُمِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا جو تئين مارن مُڪيان، تنهان نہ مارين گهمِ
آپـڻي گـهـر جائيي، پير تنهان دي چُمِ.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا جي ڪو تو کي ماري سائين، تنهن کي تون نہ مار،
پير چمي تنهن ماڻهوءَ جا تون، گهر جي واٽ نهار.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

جو= جيڪي
تئين= توکي
مڪيان= مُڪون
تنهان= تنکي
گهم= موٽائي، موٽ ۾
آپنڻي= پنهنجي
جائيي= وڃجي
دي= جا
چُمِ= چمي

## 11

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فــريدا جان تو ڪٽڻ ويل تان تُو رَتا دُني سيون ،
مــرگ ســوائي نـيــھ ، جـــان پـريا تان لديا .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

فــريدا جان تو ڪٽڻ ڏينهن تان تُو رَتا دُني سيون،
مــرگ ســوائي نينهن، جان پريا تان لڏيا.

سنڌي ترجمو:

فريدا، ڪٽڻ سندي ويل لنگهي ويئي، ڪيئہ ڪاڄ ڪمائي،
موت وڌائي نينهن تہ سمجهيو، لڏڻ ويل آ آئي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

| | |
|---|---|
| رَتا= رتل | مرگ= موت |
| دني= دنيا | سوائي= وڌايل |
| ويل= گهڙي | جان= جيئڻ |
| سيون= سان | تان= تيئڻ |
| | لديا= لڏيو |

بابا فريد جو هي دوهو بہ گرنٿ ۾ غلط ڇپيل آهي. اصل ۾ هي سورٺو آهي. پهرين مصرع جو قافيو ويل ۾ ٻئي جو نينھ ڏنل آهي جيڪو غلط آهي، يا تہ پهرين مصرع ۾ ويل لفظ غلط يا وري ٻئي مصرع ۾ نينهن. مون نينھ لفظ کي صحيح سمجهي ڪٽڻ ويل جي جاءِ تي ڪٽڻ ڏينهن لکيو آهي.

## 12

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ديک فــريــدا جُ ٿيـا ، داڙي هـونـي ڀُور ،
آگـهـ نـيـڑا آيـا ، پـڇـار هيـــا دور.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏيک فــريدا جــو ٿيا، ڏاڙهي هوئي ڀُور،
آڳهـ نـيــڙي آئـيا، پـڇـار هيا ڏور.

سنڌي ترجمو:

ڏس تہ فريد ڇا ٿيو، اچي ٿي وئي ڏاڙهي،
آئيا ڏينهن پڇاڙي ء جا، گذري وئي اڳياڙي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ڀُور= اڇي
آڳهـ= اڳياڙي
نيڙي= ويجهو
پڇا= پويون

## 13

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ديک فريدا جُ ٿيا، شڪر هوني وسُ،
سانين باجهه آپني، ويدن ڪهني ڪس.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏيک فريدا جو ٿيا، شڪر هوئي وس،
سائين باجهون آپڻي، ويڏن ڪهيئي ڪس.

سنڌي ترجمو:

ڪنڊُ به هان ته وهُ ٿي ويئي، جيا ٿيو ڏس فريدن،
پنهنجي سهڻي سائينءَ بنان بيو ڪنهن کي ڏسيون ويڏن.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

جُ= جو
ٿيا= ٿيو
شڪر= ڪنڊ
هوئي= ٿي
وِس= وِهُ
باجهون= کانسوءِ، بنان

## 14

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا اکي ديک پتيٺيان ، سڻ سڻ ريٺي ڪن ،
ساک پڪندي آني آ ، هور ڪريندي ون .

**دوهي جي امڪاني پڙهتي:**

فريدا، اکين ڏيک پتيٺيان، سڻ سڻ ريٺي ڪن،
ساک پڪيندي آئي آ، هور ڪريندي ون .

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، اکين کي ويساهُ① اچي ويو، نيٺ ته ڍاپيا ڪَنَ،
پوک پچڻ تي ايندي آ ته، نوان ڪندي آ وَنَ.

**ڏکين لفظن جي معني :**

اکي= اکيون
پتيٺيان= پت ڪياٺون، ويساھ ڪياٺون
ريٺي= تمتار ٿيا، پرجي ويا.
ساک= پوک
پڪيندي= پچڻ تي
هور= پيو
ڪريندي= ڪندي آ
ون= رنگ

① اکين کي دنيا جي بي ثباتيءَ جو ويساهه اچي ويو.

## 15

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ڪالي جنهي نہ راويا ، ڌولي راوي ڪوءِ ،
ڪــر سانين سيو پرهڙي ، رنگ نويلا هوءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ڪالئين جنهن نہ راويا، ڌولئين راوي ڪوءِ،
ڪَر سائينءَ سيون پرهڙي، رنگ نويلا هوءِ.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا. ڪارا وارَ نہ يار رجهايئہ، ٿي ويئہ اڇا وار،
جاڳي ڪر تون پرہِ پرينءَ سان، رنگ نئون ٿي يار.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪالي= ڪاري رات معنيٰ جواني جڏهن وار ڪارا هوندا آهن.
جنهي= جنهن
راويا= ريجهايو
ڌولي= اهاڻ جي وقت، معنيٰ جڏهن وارن جو رنگ اڇو ٿيو. زندگيءَ جي شام ٿي.
سيون= سان
پرهڙي= پره جو اسم تصغير
نويلا= نئون.

## 16

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، جن لوئڻ جگ موهيا سي لوئڻ مين ڏٺُ،
ڪجل ريک ن سهديا ، سي پنکي سُو ءِ بِٺ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا جن لوئڻ جگ موهيا، سي لوئڻ مين ڏِٺِ ،
ڪجل ريک نہ سهنديان، سي پنکيءَ سونهن وِٺِ.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا جن موهيو هي جگ هو سارو، سي اکيون مون ڏٺيون،
ڪجل ريک سٺي نہ جن ٿي، تن ۾ پکين جون وٺيون.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

لوئڻ = اکيون، سنڌيءَ ۾ ’لوئڻا هڻڻ‘ محاورو آهي.
ڏٺ= ڏٺيون
بِٺ= وِٺِ

## 17

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ڪوڪينديان چانگينديان متي ڏينديان نت،
جو شيطان ونجهانيا ، سي ڪت ڦيره چت.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ڪوڪينديان چانگهينديان، متيان ڏينديان نت،
جو شيطان وڃائيا، سو ڪتَ ڦيري چت•

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، متيون ڏيڻي سمجهايائون، ڪري واڪَ وڏا،
جنهن دل ۾ شيطان جو ديرو، ڪٿ سمجهي دل سا.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪوڪينديان = ڪوڪيندي
چانگهينديان = وڏا واڪ ڪري
ونجهائيا = وڃائيا

## 18

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ٿيو پواهي دڀ ، جي سائين لوڙهِ سبي،
اڪ ڇڄ پيا لتاڙيه ٿان سائين دي در واڙياهِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ٿيو پواهي دَڀ ، جي سائين لوڙهي سبي،
هڪ ڇنڊ، پيا لتاڙيڊ، تان سائينءَ دي در واڙيڊ ۔

**سنڌي ترجمو:**

فريدا جي سائين جي سڪ تہ ٿيجي، پواٽي جو گاهُ،
ڪوئي لتاڙي ڪوئي پٽي تہ ملي سائينءَ جو چاه ۔

**ڏکين لفظن جي معني :**

ٿيو = ٿيءُ
پواهي = رستي جو
دڀ = ڏڀ
لوڙه = گهرڻ
ڇڄ = ڇنڊي
لتاڙيه = لتاڙيڊ
واڙياه = واڙيڊ

## 19

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا خاڪُ نہ نندينِي، خاڪو جيڊ نہ ڪوءِ ،
جيو ديان پيران تلي مويان اوپو هوءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا خاڪ نہ ننديئي خاڪو جيڏ نہ ڪوء،
جيونديان پيران تلي، موئيان اپر هوء.

سنڌي ترجمو:

مٽيءَ وڏو مان فريدا، مٽي نِندِ نہ يار،
جيئندي پيرن هيٺ، مرون تہ، مٿان مٽيءَ بار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

نندييي = نندجي
خاڪو = خاڪ مٽي
جيونديان = جيئندي
تلي = هيٺ
مِوئيان = مرڻ ڪانپوءِ

## 20

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ، جالُب تانيھ ، ڪيا لُب تاہ ڪوڙا نيھ ،
ڪچر جھت جِتِ لگھانيي ، ڇپر تٽي ميھ .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

فريدا ، جان لُبِ تان نينھن ڪيا، لُبِ تان ڪوڙا نينھن،
ڪچر چِتِ لڳائيي، ڇپر ترٽا مينھن.

سنڌي ترجمو:

فريدا، لوڀ جي آ ڪنھن نينھن ۾ سو بہ کھڙو نينھن،
ڪيسين چِتِ لڳائجي، ٽٽندي، وسندو مينھن.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

جا = جان
تا = تان
نيھ = نينھن
لب = لوڀ
جھت = چِت

## 21

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا، جنگل جنگل ڪيا ڀوهِ ، ون ڪنڊا موڙيهه ،
وسي رَبُ هنياليئي ، جهنگل ڪيا ڍونڍيهه .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، جنگل جنگل ڪيا ڀوه ، ون ڪنڊا موڙيهه،
وسي رَبُ هنياليئي، جهنگل ڪيا ڍونڍيهه

سنڌي ترجمو:

فريدا، جهنگ بر ۾ تو ڪنهنکي ڳولهين،ڳولهين ٿو ڪانڊيرا،
رب جو ديرو دل ۾ آهي، جهنگ ۾ ڪنهنجي ڳولها .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڀوهِ = گهمين ٿو
موڙيهه = موڙهيو وتين
نہ سو لاهو نہ سرو، نہ اوراڙ نہ پار،
موڙهيو وتين تِن کي، منجهہ نهار. (قاضي قادن)
هنياليي = هانوَ ۾

## 22

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ايھني نڪي جنگھيي ٿل ڈنگر ڀواوم،
اج فريدي ڪُوجڙا ، سئي ڪوھان ٿي اوم.

دوھي جي امڪاني پڑھٽي:

فريدا، انھي نِڪي جنگھئين، ٿل ڏونگر ڀوئيم،
اج فريدي ڪُوچڑا، سَئي ڪوھان ٿِيئوم.

سنڌي ترجمو:

فريدا، انھن ننڍڙن جنگھڙن سان، ٿر ڏونگر ڳولھيوم،
سو ڪوھن جو سفر فريدڻ، وڃڻ ڏور پيوم.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ايھني = انھن

نِڪي = ننڍن

جنگھئين = جنگھن

ٿل = ٿر

ڀوئيوم = ڳولھيوم، مٿي ڪيو پٺان، ھنجن ھاشان ھٽڙا. (شاھ)

ڪوچڑا = سفر

سئي = سو

## 23

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا راتي وڏيان ، دکھ دکھ اٿن پاس ،
درگ تنهان دا جيويا جنها وِداني آس .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا راتين وڏيان، ڏک ڏک اُٿن پاس،
ڌرگ تنهان دا جيوڻا، جنهان وڏائي آس .

**سنڌي ترجمو:**

فريدڻ راتيون وڏيون، ڏکي ٿو سارو ماس،
تنِ جي بہ ڇا زندگي، جن کي پرائي آس.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

دگ = ڏکن
پاس = پاسيريون
راتي = راتيون
درگ = لعنت
تنهان = تن جو
جيوڻا = جيئڻ
وڏائي = پرائي

## 24

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا جي مَي هـودا واريا مَـتـا آنـيـڙيان ،
هينڙا جلي مـجـيـٺ جـيـون ، اوپـر انـگارا .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، جي مين هوندا واريا، مٽان آئيڙيان،
هينئڙا جلي مجيٺ دا جيون، اوپر اڱاران .

سنڌي ترجمو:

فريدا، پنهنجو پاڻ کي واريان ها، پرين جو آيا ها،
هانءُ آلي ڪاٺيءَ وانگر، دکين ٿو اي جيئڙا .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

مي = مين
هودا = هونـدا، هجڻ، وجود
آئيڙيان = اچڻ وارن
مجيٺ = مجيٺ

## 25

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، لوڙي ڊاک بجوريان ، ڪڪر بيجي جٽ ،
هندي اُن ڪتائيندا ، پيڌا لوڙهي پٽ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، لوڙهي ڊاک بجوريان، ڪِڪِرُ بيجي جَٽ،
هندي ڪتائيندا، پيڌا لوڙهي پَٽ.

سنڌي ترجمو:

فريدا، ٻوڪي ڪرڙ ۾ ڊاک گهري ٿو، ڪهڙو نہ آ جَٽ،
ڪتيل اُن هنڊائي ٿو پر، دل گهريس ٿي پَٽ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

لوڙي = گهري
بجوريان = بجور جي
بيجي = ٻوڪي
پيڌا = پائڻ لاءِ
ڪتائيندا = ڪتيل

## 26

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا گليني چڪڙ دور گهر نال پياري نيهُ ،
چلان ت ڀجي ڪملي رهان ت ٽٽي نيهه .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ڳلئين چڪڙ ڏور گهر، نال پياري نينهن،
چلان تہ ڀجي ڪملي، رهان تہ ترٽي نينهن.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا گپ گهٽين ۾، گهر بہ پري آ، يار سان منهنجو نينهن،
وڃان تہ پُسندي ساري چادر، رهان تہ ٽٽندو نينهن.

**ڏکين لفظن جي معني :**

چڪڙ = گپ
نال = سان

## 27

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:

ڀجو سجو ڪنبلي ، الهه ورسو ميهه ،
جاءِ ملان تنها سجڻا ، تٽو ناهي نيهه .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڀجي سجي ڪنبلي، الهَ ورسايو مينهن،
جاءِ ملان تنهان سجڻان، ترٽو ناهي نينهن.

سنڌي ترجمو:

پلي پسي هي ء ساري چادر، الله وسايو مينهن،
وڃان پرين ء سان وڃي ملان، ٽٽو ناهي نينهن.

## 28

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريــدا مَي پولاوا پگ دامت ميلي هو جاءِ ،
گهــلا روحُ نہ جــاڻ اي ، سُر پيي مٽي ڪاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا ، مين پولاوا پگ دا ، مت ميلي هو جاء ،
ڳهــلا روح نہ جاڻئي سرُ پـي مٽـي ڪاء .

سنڌي ترجمو:

فريدا، منهنجي پڳ نہ ميري ٿي پئي، هر هر اهوني اونو،
جنهن مٿڙي تي پڳ پئي آ. مٽي ۾ سو ملندو.

ڏکين لفظن جي معني :

پولاويا = پيليل
ڳهلا = ڳهلو

## 29

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، شڪر کنڊ نوات ڳڙ ماکيو مانجها دُدَ ُ ،
سڀي وستو منيان رب ن پجن تَدُ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، شڪر، کنڊُ، نبات ، ڳڙُ، ماکيون، مانجها دُدَ ُ،
سيئي وستو مٺيان، رَبَ نہ پهچن تَدِ .

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، مُستي، کنڊ، نبات ، ڳڙ، ماکي، کير مٺو،
هر هڪ شيءِ آ ڏاڍي مٺڙي، رب جو مٽ نہ ڪو .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

شڪر = ڳڙ جي ٻورِ، مُستي
نوات = نبات
ماکيون = ماکيءَ جو جمع
مانجها = ميٺڙ جو
دَدَ = کير
وستو = شيون
تَدِ = تہ بہ، تڏهين بہ
تون تون تَدِ لڳندءِ، ڪرقند جيٿڙ. (قاضي قادن)

## 30

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريدا روٽي ميري ڪاٺ ڪي، لاوڻ ميري بک،
جنهان کاڌي چوپڙي، گھڻي سهن گي دک.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، روٽي ميري ڪا ٺ ڪي لاهوي ميري بک،
جنـهـان ڪاڌي چوپڙي، گھڻي سهڻ گي ڏک.

سنڌي ترجمو:

فريدا، ماني منهنجي ڪاٺ جي، لاهي منهنجي بُکَ،
جي کائن ٿا سڻيي ماني، گهڻا سهن ٿا ڏک.

# 31

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

رڪـــي سـڪـــي کاءِ ڪي ٺنڊا پاڻي پيءُ،
فريدا ديک پراني چوپڙي، نا ترساني جيءُ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

رُڪـــي سڪـــي کا ء ڪي، ٺنڊا پاڻي پيءُ،
فريدا، ڏيک پرائي چوپڙي، نہ ترسائين جيءُ.

سنڌي ترجمو:

رُکي سُکي ماني کائي، ٿڌو پاڻي پيءُ.
ڏسي پرائي سٿيي ماني، چو تون سکائين جيءُ.

## 32

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

اج ن ستي ڪنت سيو انگ مڙي مڙجاءِ ،
جاءِ پڇهه ڏوهاڳڻي ، تم ڪيو ريڻ وهاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اجُ نہ ستي ڪنت سيون، انگ مڙين مڙجاءِ،
جاءِ پڇيو ڏهاڳڻيءَ، تم ڪيو رين وهاءِ.

سنڌي ترجمو:

اج نہ ستي ڪانڌ سان، هر هر موڙي ڪَرَ،
ڪيئن وهائي رات ڏهاڳڻِ، جيڪا بنان وَرَ.

ڏکين لفظن جي معني :

ڪنت = ڪانڌ

سيون = سان

## 33

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ساهُري ڊوني نالهي پينيي ناهي ٿاؤ،
پر واتڙي نہ پڇني، ڌڻ سهاڳڻ ناؤ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ساهرين ڊوئي نہ لهي، پيئيي ناهي ٿانءُ،
پرِ واتئين نہ پڇئي، ڌڻ سهاڳڻ نانءُ.

سنڌي ترجمو:

ساهرين گهر ۾ مان نہ جنهن جو پيءُ جي پيءُ نہ ماءُ،
گهوٽ بہ گهر ۾ پڇي نہ جنهنکي، سڏائي سهاڳڻ نانءُ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڊوئي = سهارو
ٿانءُ = جاءِ
پيئيي = پيءُ وٽ
ڌڻ = نوجوان عورت

## 34

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ناتي ڌوتي سنبھي ستي آءِ نچند،
فريدا، رهي س ٻيڙي هنگ دي، گئي ڪٿوري ڳند.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

نهاتي ڌوتي، سنبھي، ستي آءِ نچند،
فريدا، رهي سو ٻيڙي هِگ دي، گئي ڪٿوريءَ ڳند.

سنڌي ترجمو:

وهنجي سهنجي سيجَ سُتي آ، ڪيڏو سک آرام،
هتي هئي هِگ جي ٻيڙي ۽ وانگر، وئي تہ هئي گلفام.

# 35

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جوبن جاندي ن ڏران جي سهه پريت ن جاءِ ،
فريدا ڪِني جوبن پريت بن سُڪ گني ڪملاني.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

جوبن جاندي نہ ڏران، جي شوه پريت نہ جاء،
ڪني جوبن پريت بِن، سُڪ گئي ڪملاء .

سنڌي ترجمو:

پرواه ناهي وڃي جي جوڀن، رسي نہ شل هو يار،
ڪيڏا جوڀن ڪوماڻيا هن، مليو نہ جن کي پيار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

شوه = پريتم
ڪني = ڪيترا
ڪملاڻي = ڪوماڻيا

## 36

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، چنت کٽولا وان دُک برهٖ ، وچاون ليس ،
ايهه همارا جيوڻا تون صاحب سچي ويک .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چنت کٽولا، وان ڏک، برو وڇاون ليف ۰
ايه همارا جيوڻا، ٿو صاحب سچي ڏيک ۰

سنڌي ترجمو:

سوچ کٽولو، وان ڏک، وِرھ جو بستر آ.
اها اسانجي زندگي ڏس، صاحب او سچا!

## 37

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

برھا برھا آکيي، برھا تُو سلطان، [1]
فريدا، جت تن برھُ ن اوپجي سوتن جانُ مسانُ.

دوھي جي امڪاني پڙھٽي:

برہَ برہَ آکيئي، برھا! تون سلطان،
جس تن برہَ نہ اوپجي، سوتن جانُ مسانُ.

سنڌي ترجمو:

نانءُ ڇپن تي عشق جو، عشق تہ آ سلطان،
جنهن دلِ عشق نہ اُبجي، سا دل ڄاڻِ مسان.

---

① جا گھٽِ پريم نہ اوپجي، سا گھٽ جاڻ مسان،
جيسي کال لوھار کي، سانس ليت بن پران. (تلسي داس)

## 38

**گروگرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا اِيِ وِسُ گندلا دريان کُنب لوارِ،
اڪ راهيندي رهِ گئي، اڪ راڌي گئي اُجاڙِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا اِي وِسُ گندلان، ڌريان کُنب لواڙ،
اڪ راهيندي رهِ گئي، اڪ راڌي گئي اُجاڙ.

**سنڌي ترجمو:**

وِهُ جا آهن گَنَرَ جن تي، چڙهيل آهه ميڻاج،
ڪي پوکينداڻي رهيا، ڪن پوکيل ڪئي تاراج.

**ڏکين لفظن جي معني:**

وِسُ = وِهُ
گندلان = ساڳ جان گَنَرَ
ڌريان = رکيل
لواڙ = لوڻاڙي
راهيندي = پوکيندي
رڌي = پوکيل
ڪيئي سادي هڻ ۾، رڌي اجاڙين (قاضي قادن)

## 39

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريدا چار گوايا هنڍڪي ، چار گوايا سَمِ،
لـيڪا رب منـگيسيا تُو آهون ڪير هي ڪم.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چار گنوائيان هنڍڪي، چار گنوائيا سم،
ليڪا رب منگيسيا تون، آيون ڪهڙي ڪم.

سنڌي ترجمو:

چار پهر تو ننڊَ ۾ گهاريا. چار پهر تو کلندي،
ليکو گهرندو رب ته بندا، آئين تون ڪمين ڪهڙي.

ڏکين لفظن جي معني:

هنجڪي = هنڍائي
سم = سمهي
منگيسيا = گهرنـدو

## 40

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا دَرِ دَروازيِ جاءِ ڪي، ڪيون ڏٺو گهڙيالُ،
ايهہ ندوسا ماريي هم دوسان دا ڪيا حال.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

درِ دروازي جاء ڪي ڪيون ڏٺو گهڙيال،
ايهہ نِدوسا مارئي، هم دسان دا ڪيا حال٠

سنڌي ترجمو:

اي فريدن دروازي تي، ڏٺو هو مون گهڙيال،
بي ڏوهي ۽ تي چوٽ پئي تي، ڏوهي جو ڇا حال٠

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ندو سا = بي ڏوهي
دوسان = ڏوهارين

## 41

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

گهڙيـيي گهڙيي مارييي ، پهري لهي سزاءِ ،
سو هيننـڙا گهڙيال جيو ، ڏکي ريـڻ وهاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

گهڙيين گهڙيين مارئي، پهرين لهي سزا ء،
سو هينئڙو گهڙيال جيون، ڏکي رين وهاء .

سنڌي ترجمو:

پهر پهر تي چوٽ پيس تي، هر هر سزا تو ڪائي ،
هينئڙو چڻ تہ گهڙيال آ سائين، ڏکي رين وهائي .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

گهڙيين = گهڙيءَ گهڙيءَ
جيون = جيئان.
اهو دوهو دادو ديال جي نالي سان بہ منسوب آهي :
گهڙيين گهڙيين گهاريان، پهرين لهان سجاءِ.
مون هينئڙو گهڙيال جيون، ڏکڙ ريڻ وهاءِ.

## 42

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

بُڍا هـوا شيـخ فـريـد ، ڪنبڻ لڳي ديھ ،
جي سَـو ورهيا جيوڻا ، ڀي تن هوسي کيھ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ٻڍا هويان شيخ فريد، ڪنبڻ لڳي ديھ،
جي سَو ورهيان جيوڻا . ڀي تن هوسي کيھ .

سنڌي ترجمو:

شيخ فريدڻ پوڙهو ٿي وئين، ڪنبڻ لڳين ديھ،
سو ورهيہ جي جيئندي تہ بہ، نيٺ تہ ٿيندي کيھ .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ورهيان = ورهہ
جيوڻا = جيئڻو
ڀي = بہ
کيھ = مٽي
گِهج مَ اُجها کيھ، گردِ پهش ڳگن جي.

## 43

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فــريدا ، بار پراني بيسڻا ، سائين مجھي نہ ديھ ،
جــي تــون ايــويــن رکسي ، جيو سريرہُ ليھ .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

بــار پرائي ٻيسڻا، سائين مجھي نہ ڏي،
جي تون ايوين رکسين، جيو سريرون لي •

سنڌي ترجمو:

اھڙو وقت اچي نہ سائين، ويھان ٻئي در تي،
اھڙي وقت اچڻ ڪان اگ ئي، جيڪر موت اچي.

ڏکين لفظن جي معني:

بــار = دروازو
ٻيسڻا = ويھڻ
ايوين = ائين
رکسين = رکنديں
جيو = ساھ

## 44

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪنڌ کهاڙا سر گهڙاوڻ ڪي سر لوهار،
فريدا، هو لوڙي سهُ آپڻا، تو لوڙهه انگيار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنڌ ڪُهاڙا، سَر گهڙا، وَڻ ڪي سَر لوهار،
فريدا، هو لوڙهي شوه آپڻا، تون لوڙهين انگيار

سنڌي ترجمو:

ڪنڌ ڪهاڙو، وڻ وڍڻ لاءِ، آيو آ لوهار،
وڻ ڪي گهرجي پريتم، هن ڪي، ٽانڊا ۽ اگار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

لوڙهي = گهري
شوهه = پريين
انگيار = اگار

## 45

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا ، اڪنها آٽا اگلا اڪنها ناهي لوڻ ،
اگي گـئـي سنجهاپسنهہ چوٽا ڪاسي ڪون .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اڪـنـان آٽـا اگلا، اڪـنـان نـاهـي لـوڻُ،
اڳي ڳـئـي سجاپسن، چوٽا ڪاسي ڪوڻ.

سنڌي ترجمو:

ڪن وٽ ناهي لوڻ تہ ڪن وٽ ، اٽي جا هن ڍير،
اڳتي سڀ سڃاتا ويندا، چوٽون ڪائيندو ڪير.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

اڪنان = ھڪڙن
اگلا = اڻ ميو
سجاپسن = سڃاتا وينـدا
چوٽـا = چوٽون

## 46

گروگرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

پاس دمامي ڇت سِر ڀيري سڏ ورڏ،
جاءِ سُتي جيران مهہ ٿيي اتيمان گڏ.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

پاس دمامي، ڇتِ سِر، ڀيرين سڏ وَرڏِ،
جا ء سُتي جيران ۾ ٿئـي اتيمان گڏِ.

سنڌي ترجمو:

در تي جن جي دهل دمامان، دولت جا مانداڻ،
نيٺ پيا سي قبرن ۾ سُتا سي مُردن ساڻ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

دمامين = دهل دمامان
ڀيرين = ڀيرون
سڏ ورڏ = مال ڪمال
جيران = قبرستان
اتيمان = يتيمن سان

# 47

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ڪوٺي منڊپ ماڙيا اُساريدي ڀہ گئي ،
ڪـــوڙا سـودا ڪـــر گئي ، گوري آءِ پئي .

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

ڪوٺي ، منڊ پ ، ماڙيان، اُسايندي ڀي ڳئي،
ڪُوڙا سودا ڪـــر ڳئي، گورين آءِ پئي .

سنڌي ترجمو:

لڏي ويا جن محل اڏيا ني، وڏا ها جن جا شانَ،
ڪوڙو وڻج ڪري ويا هاڻي، قبرن جا مهمان .

ڏکين لفظن جي معني:

ڪوٺي = بنگلا
گورين = قبرن ۾

## 48

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا ڪنـتڙ ميخا اگليا جند ن ڪاني ميخ ،
واري آپـو آپـڻـي ، چـلي مـشـانـخ شـيـخ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنـتڙ ميخان اگـليـان، جِـنـد نـ ڪائي ميخَ،
واري آهـو آهـڻـي، چـلي مـشـائـخ شـيـخ ۔

سنڌي ترجمو:

ڳڏڙي ٽاڪن سان ٽاڪيل، جِند نہ ڪو ٽاڪو،
شيخ مشائخ واري وٺيءِ، هليو هتان سڀ ڪو ۔

## 49

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ڏهُ ڏيوي بلنديا ملڪ بينا آه ،
گڙ لٽيا گهٽ لٽيا ديوڙي گيا بجهاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏون ڏيوي بلنديان، ملڪ بهٺا آء،
ڳڙه لٽيا، گهٽ لٽيا، ڏيوڙي ڳيا ٻجهاء ·

سنڌي ترجمو:

ڏيئا ٻه ٻرندا رهيا، آيو ملڪ الموت،
ڪوٽ ڪيرائي گهر لٽيائين، وسائي ڏيو سو جوت·

ڏکين لفظن جي معني:

بلنديان = ٻرندي
گهٽ = اندر
ٻريان سندي ڳالهڙي، رهي نه اندر گهٽ. (شاهه)

# 50

**گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:**

فريدا ديک کپاهي ج ٿيا جو سر ٿيا تلاه .
ڪمادي ار ڪاگدي ڪني ڪوٺلياه .
منـدي عـمل ڪـريـديـا ايـهه سزا تناه .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڏيک کپاهيـن جو ٿيا، جو سر ٿيا تلان،
ڪمادي اور ڪاگدي، ڪنّيـن، ڪوٺليان،
منـدي عـمل ڪرينديان، ايهہ سزا تنهان .

**سنڌي ترجمو:**

ڏس تہ فريدڻ جا ٿيو، ڪپهہ تِرَنِ ساڻ،
ڪمند، ڪاغذ،ڪُني، ڪوٺلي جو تون حال سڃاڻ،
ڪُڏا ڪَم ڪرن ٿا جيڪي، تن جو انت هي جاڻ .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪپاهين = ڪپهہ ساڻ.
تلان = ترن ساڻ.
ڪمادي = ڪمند ساڻ.
ڪاگدي = ڪاغذ ساڻ.
ڪني = ديگڙي.
ڪوٺليان = ڪوٺلن ساڻ.
مندي = خراب.
ڪرينديان = ڪندي.
ايهہ = ايها.
تنا = تن کي.

## 51

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ڪَنِ مصلا صوف گلِ دل ڪاتي گڙ واتِ،
باهر ڏسي چانڻا دل انڌياري رات.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪنڌِ مصلا، صوف ڳَلِ، دل ڪاتي ڳُڙُ وات،
باهر ڏسي چانڻا، دل انڌياري رات.

**سنڌي ترجمو:**

نيڪ نمازي، گيڙو ڪپڙا، دل ۾ ڪاتي، وات ِ مٺاڻ،
دل ۾ ڪاري رات آ، منهن تي چوڏهينءَ جي چانڊاڻ.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪنڌ = ڪلهي
صوف = اوني ڪپڙا
چانڻا = چانڊاڻ

## 52

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا رتي رت نہ نڪلي جي تن چيري ڪوءِ ،
جو تن رتي رب سيو تنِ تن رت ن هوءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

رتي رَتُ نہ نڪلي، جي تن چيري ڪو،
جو تنَ رتي رَبَ سيون، تنِ تنِ رَتُ نہ هوءِ .

**سنڌي ترجمو:**

رتي رَتُ نہ نڪري، جي تَنُ چيري ڪوءِ،
جي تَنَ رتا رب سين، تنِ تَنِ رت نہ هوءِ .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

رتي = رتا
سيون = سان

## 53

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

پِي پِبي تن ڪيڻ هوءِ لوہُ رتُ وچه جاءِ ،
جيسو بسيتر ڏاٺ ۾ شڌ هوءِ ، ①

**سنڌي ترجمو:**

منّي پني تہ منّي ٿني تَنُ، رهي لوہ نہ رَت ،
ڏاتو وجهيو ياد ۾ سائين، ٿيندر ياه سو انت

**ڏکين لفظن جي معني:**

پِي = پِي جي معنيٰ پيو يا ٻپ آهي، پر منهنجي خيال ۾ هي لفظ پي نہ پر پيو آهي.
پبي = پيئي
ڪيڻ = ڪاڌو، غذا، خوراڪ

① هي دوهو گرنٿ ۾ غلط ڇپيل آهي جو ٻئي مصرعي جي آخري چرڻ ۾ نہ وزن آهي ۽ نہ قافيو

## 54

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، سوني سرور ڍوندِ لهہ جنهہ لبي وِٿ،
جيہڙ ڍوندي ڪيا هووي چڪڙ ڊبي هٿ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

سوئي سروز ڍوندِ لهہ، جنّهن ليي وٿ ،
چيہڙ ڍونڍي، ڪيا هووي، چڪڙ ڊبي هٿ۔

**سنڌي ترجمو:**

سَرُ ڪو اهڙو ڳولهہ فريدڻ، جتان ليي وٿ ،
ڍوري مان تو ڇا هٿ ايندو، گپ ۾ پوندءِ هٿ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

سرور = سَرُ، تلاءُ
جنّهون = جتان
چيہڙ = ڍورو
چڪڙ = گپ
ڊبي = ٻڏي

## 55

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا تنڍي ڪنت ن راويو وڏي ٿي مني آس،
ڌن ڪوڪيندي گور ۾، تي سهه نا ملي آس.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

تنڍي ڪَنتْ نہ راويں وڏي ٿي مُياس،
ڌن ڪوڪيندي گور ۾ تنهن شوه سان نہ ملياس.

**سنڌي ترجمو:**

جوڀن ڏينهن نہ ڪانڌ رجهايم، وڏي ٿي مئياس،
آخر قبر ۾ ڪوڪيندي تہ، پر سان نہ ملياس.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪنت = ڪانڌ
راويو = ريجهايو
ڌن = جوان جماڻ
گور = قبر
شوهه = محبوب

# 56

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا سـرُ پليا داڙي پلي مڇان ڀي پليان ،
ري من گـهـلي بـانـوري ، مانه ڪيا رليان .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

سِـرُ پـلـيـا، ڏاڙهي پلي، مڇان ڀي پليان،
ري مـن گھلي بـانوري، مائين ڪيا رليان •

سنڌي ترجمو:

اڇي ڏاڙهي، اڇو مٿو، مڇيون ٻـ اڇيون،
اڃان چنين تو من اياڻا، مزا ڪي مائيون.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:
پليا = اڇو ٿيو
گھيلي = اياڻي
رليان = مزا

## 57

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڪوٺي دکنِ ڪيڙا ، پر نيندڙي نوارِ ،
جو دهِ لدي گانوٺي ، گني ولاڙ ولاڙ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪوني ڏکن ڪيتڙا، پرٿيندڙي نهار،
جو ڏينهن لڌي ڳانوٺي، ڳئي وِلاڙ ولاڙ.

سنڌي ترجمو:

ڏس پرٿجي ويني جنهن جي، سگ گهرڻ لاءِ ميڙا،
ڪيڏن جا ڏينهن چار مليا هئا، سي بہ گذري ويڙا.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڏکن = سگ گهرڻ لاءِ ويڻ
ڪيتڙا = ڪيترا
پرٿيندڙي = پرٿجي ويندڙ
لڌي = مليا
ڳانوٺي = ڳانڍڻ لاءِ
ولاڙ = جلدي، ترت
توڙي ولاڙون ڪريِن، توڙي هلين وڪ. (شاهہ)

## 58

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ڪوئي منڊپ ماڙيا ايت ن لائي چتُ ،
مٽي پئي اتولوين ڪوءِ ن هوسي متُ.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

ڪوئي منڊپ ، ماڙيان، ايت نہ لائين چتُ،
مٽي پئي اتولوين، ڪوئي نہ هوسي مِتّ.

سنڌي ترجمو:

هي جي منڊپ ماڙيون، تن سان لاءِ نہ چت،
مٽي پونديءِ اڻ مٽي، ڪوئي نہ هونديءِ مِتّ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

اتولوين = اڻ مٽي

## 59

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، منڊپ مالُ ن لاءِ مرگ سڻاڻي چت ڌر،
ساڻي جاءِ سمهال جتي هي تو ونجڻان .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

منڊپَ مال نہ لاءِ، مرگ سڻاڻي چتِ ڌَر،
سائي جاء سنڀال، جتي هي تو وڃڻان .

**سنڌي ترجمو:**

ماڙئين مالُ نہ لاءِ، ڪر ڪو موت جو ڌيان،
ڌيان ۾ رک سا جاءِ، جاتي توکي وڃڻو آهي .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

سڻاڻي = اهڃاڻ آواز. سڻاڻي سمنڊ ڇا. (شاهه).
لالن لايڻ ڏينهڙا، ڪنهن سڻاڻي سانگ (شاهه).
چت ڌر = ڌيان ۾ رک.
مرگ = موت.

## 60

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا جنهي ڪمي ناه گن تي ڪمڙي وسار،
مت شرمندا تيو هي، سائين دي دربار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جنين ڪمين ناهِ ڳڻ، ڳڻ سي ڪمڙي وسار،
مت شرمنده ٿيوئين، سائين دي دربار.

سنڌي ترجمو:

جيڪي چڱا ڪم نہ آهن، سي تون ڪم وِسارِ،
تہ جيئن ٿئين نہ شرمندو، سائين جي دربار.

ڏکين لفظن جي معني:

تي = سي

## 61

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

صاحب دي ڪر چاڪري دل دي لاهِ ڀرانِد ،
درويشان نون لوڙهي ، رکان دي جيراند .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

صاحب دي ڪَر چاڪري، دل دي لاه ڀرانِد،
درويشان ڪون لوڙهيئي، رُکان دي جيراند ·

سنڌي ترجمو:

صاحب جي ڪري چاڪري، دل جا لاهِ گمانَ،
ڳولهي لهُ درويش سي، جي وَڻَ سمان ·

ڏکين لفظن جي معني:

ڀرانِد = وهم گمان
رکان = وڻن
جيراند = جگر حوصلو

## 62

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ڪالي ميڏي ڪپڙي ڪالا ميڏا ويس ،
گنهي ڀريا مي ڦران لوڪ ڪهي درويش .

دوھي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪالي ميڏي، ڪپڙي، ڪالا ميڏا ويس،
گناهين ڀريا مين ڦران، لوڪ ڪهي درويش .

سنڌي ترجمو:

ڪارا منهنجا ڪپڙا، ڪارو منهنجو ويس،
مان گناهن سان ڀريل، لوڪ چوي درويش .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ميڏي = منهنجا.
گنهين = گناهين.

# 63

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

تتي توءِ ن پلويِ جي جل ٽبي دهي،
فريدا، جو ڏاڳڻ رب دي، جهوريندي جهرر مي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تتي تو ء نہ پلئي، جي جَل ٽبي ڏي،
جو ڏاڳڻ ر ب دي، جهرندي جهري.

سنڌي ترجمو:

تتيءَ تي جي پاڻي وجهبو، ٽڏي مور نہ ٿيندي،
مولا جي جا ڏاڳڻ آهي، سدا سا جهرندي رهندي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

توءِ = توڙي نہ ڏٺين توءِ، توج تنهنجو آسرو (قاضي قادن)
پلئي = سنيلجي
جهوريندي، جهري = نہ تو سنبل تات، نہ جهوري تو آهه ڪا. (قاضي قادن)

## 64

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

جان ڪنواري تان چاڙ ويواهي تان ماملي ،
فريدا ايهو پڇتاڙ وت ڪنواري ن ٿئي.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

جن ڪنئاري تان چاؤ ويواهي تان معاملي،
فريدا ايهه پڇتاؤ وَتِ ڪنئاري نہ ٿئي.

**سنڌي ترجمو:**

ڪنواري هئي تہ چاهُ، پرڻي وڏيا معاملا.
هاڻِ اهو پڇتاؤ بيهر ڪنواري ڪيئن ٿيان.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ويواهي = پرڻي
وَتِ = وري

## 65

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

ڪلر ڪيري ڇپڙي آءِ اُلٿي هنجھ ،
چنجُو بوڊنھ ن پيوهِ اُڏن سندي ڏنجھ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪلري ڪيري ڇپڙين، آ ء الٿي هنج،
چنجو ٻوڙن نہ پيون، اُڏن سندي ڏنجھ •

**سنڌي ترجمو:**

سينـــو ســارو سَرُ، اچـي لٿا هَنجَ.
ڇهنب ٻوڙن نہ پيئن، اُڏن سندي ڏنجھ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪيري = جي
ڇپڙين = ڍوري ۾
الٿي = لٿــا.
اکيون ٻسڻ کي ٻرين، ٻري الٿيان مجھ. (دادو ديال)
اکيون آڪاسان ڦوجون ڪري الٿيون،
جنهن مک مرانءِ، اهي الٿي اکڙيين.
چنجو = ڇهنب
ڏنجھ = ايذاءِ، ٻَسي ٻَرَ ٻرين جي، ڏور ٿيا سڀ ڏنجھ ٿـيا

## 66

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

هنس اُڏرِ ڪوڏري پيا لوڪ وڏارڻ جاءِ ،
گهلا لوڪ ن جاڻدا هنس ن ڪوڏرا کاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

هنج اُڏر ڪوڏري پيا، لوڪ اُڏارڻ جا ء،
ڳهلا لوڪ نہ ڄاڻدا، هنج نہ ڪوڏرا کا ء٠

سنڌي ترجمو:

ان تي لٿا هنجَ، ماڻهو هڪلڻ هليا،
ماڻهوڙا بي سمجھ، هنج تہ موتي کائن٠

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڪوڏر= ان جو قسم
وڏارڻ =اُڏارڻ
ڳهلا = نادان

## 67

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

چل چل گئيان پنکيان ، جنـي وساني تل ،
فريدا سر پريا ڀي چلسي ٿهکي ڪوَ اکل.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چل چل ڳئيان پنکيان، جنهين وسائل ٿل،
سَر ڀريا ڀي چلسي، ٿهکي ڪنوَر اکل.

سنڌي ترجمو:

اُڏي وياسي هنجَ، سَرَ ۾ جن جو واسو،
سڪي ويندو سو سَرُ، ڪڙندو ڪنول اڪيلو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

پنکيان = پکي
جني = جنهن، جن
تل = تلاءُ
سر = تلاءُ
ٿهکي = ڪڙي. وسي ٿو وڏو ڪڙو، ٿهڪن ٿيون ڳاريون.(شاهه)
ڪنور = ڪنول. ڪنور پاڙون پاتار ۾ پنور پيري آڪاس. (شاهه)
اڪل = اڪيلو

## 68

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، اِٽ سرائي پوءِ سَوَڻ ڪيڙا لڙيو ماس ،
ڪيتڙيا جگ واپري ، اڪت پيا ماس .

دوهي جي امڪاني پڙهت:

اِٽ سرهاڻي پهن ، سَوَڻ ڪيڙا لڙيو ماس،
ڪيتڙيان جگ واپري، اڪت پيا پاس .

سنڌي ترجمو:

سِرَ وهاڻو، مٽي بستر، ڪينئان ماس ڪائيندا.
هڪڙي پاسي ليٽي ليٽي، جگ کي گذري ويندا .

ڏکين لفظن جي معني:

اِٽ = سِرَ
پهن = پهڻ، مٽي
سوڻ = سَوَڻ
ڪيڙا = ڪينئان
ڪيترڙيا = ڪيترا
واپري = گذري
اڪت = هڪ
پاس = پاسي

## 69

**گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:**

فريدا ، پڪي کهڙي سنوَ نوي ، ٿوڙي ناگر لحِ ،

عزرائيل فريشتا ، ڪين گهر نائي اڄ ،

**دوهي جي اصلاڻي پڙهڻي:**

پڪي کهڙي سنوَ نوي ، ترني ناگر لهه

عزرائيل فرشتا ، ڪين گهه ناٿي اڄ ۔

**سنڌي ترجمو:**

پڪي کهوڙي رنگا رنگي، تني سهڻي ڏوري،

ڏسون ته عزرائيل اچي ٿو، ڪٿهن جو نالي ٿي ۔

**ڪجهه لفظن جي معنيٰ:**

پڪي = پڪي
کهڙي = ڪڙيلي، ڪهاڪهر
سنوَ = سون رنگي واري
ناگر لهه = سهڻي ڏوري
نالهي = نالهي

## 70

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڀني گهڙي سوَنوي ، ٽوٽي ناگر لڄ ،
جو سڄڻ ڀڃ يار تي ، سي ڪيو آوه اڄ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڀني گهڙي سوَ نوي، ترٽي ناگر لڄ،
جو سڄڻ ڀڄڻ ء يار ٽئي سي ڪيون آمن اڄ •

سنڌي ترجمو:

ڀڳي گهڙولي رنگا رنگي، ڇڳي آ ڏوري سُهڻي،
ڪنئن اچي سو يار جو ٽيڙو، مٺي ء منجهه مٽي.

## 71

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـــريدا بي نواجا ڪتيــا ايھ ن ڀلي ريت ،
ڪيــي چــل ن آاِيا پنجي وڪت مسيت .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

بي نمازا ڪتيا، اي نہ ڀلي ريت،
ڪيي چل نہ آئيا، پنجئي وقت مسيت

سنڌي ترجمو:

بي نمازي ڪتا. اها نہ چڱي ريت.
ڪڏهن هلي نہ آئين، پنج ئي وقت مسيتِ.

## 72

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

اٹ فريدا اُجو ساج صبح نواج گـزار،
جو سِرُ سائين نا نوي سو ڪپ اُتار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ا ٹ فريدا، وضو ساز ، صبح نماز گزار،
جو سِرُ سائين نہ نوي، سو سِرُ ڪپ اتار.

سنڌي ترجمو:

اُٹ فريدن، وضو ڪر، صبح جي پڙهہ نماز ،
جھڪي نہ جيڪو سائين ءِ آڏو، سو ڪنڌ ڪپ تون ڀلر.

ڏکين لفظن جي معني:

اجو = وضو

ساج = ڪر

نواج = نماز

گزار = پڙهہ

## 73

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

جو سِرُ سائين نا نوي سو سر ڪيجي ڪاءِ ،
ڪُني هيٺ جلائيي، بالڻ سندي ٿاءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

جو سرُ سائينءَ نہ نوي، سو سرُ ڪيجي ڪائين،
ڪُني هيٺ جلائيي بالڻ سندي ٿائين.

**سنڌي ترجمو:**

جُهڪي نہ جيڪو سائينءَ آڏو، سو ڪنڌ آ بيڪار،
اهڙو ڪنڌ آ ڪهڙي ڪم جو، تنهن کي چلهہ ۾ ساڙ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪائين = ڇا
بالڻ = ٻارڻ
ٿائين = جاءِ تي

## 74

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڪتي تيڏي ما پيا جنهي تو جٹيوه،
تي پاسي اوءِ لد گئي تو اجي نہ پتيٹيوہ.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

ڪتي تيڏي ماپيو، جنهين تو ڄٹيو،
تين پاسو او لڏ گئي اجي نہ پتيٹيو ..

سنڌي ترجمو:

جنم ڏنو هو تو کي جن سي، ڪٿا ويا پيءُ ماءُ،
هو تہ ڪڏهين جو لڏي هليا ويا، ڪيو نہ تو ويساهُ.

## 75

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا مــن ميـدان ڪــر ٽـوني ٽبي لاءِ ،
آڪــي مُــولِ ن آوسـي دوجـڪ سندي باه۰

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا مــن مـيـدانُ ڪر، ٽوئي ٽـبـّي لاهِ،
اڳي مول نـ آوسـي، دوزخ سـنـدي باه۰

سنڌي ترجمو :

فريدڻ مَنُ ميدان ڪر، ڏڙا ڏڪيون ڏاهِ،
ڪڏهن نـ تنهنجي ويجهو ايندي دوزخ سندي باه۰

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ٽوئي ٽبي = ڏڙا ڏڪيون
مول = مور
آوسي = ايندي
دوجڪ = دوزخ

## 76

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فـريدا ج ده نالا ڪـپـيا جي گل ڪپه چڪ ،
پـونهِ ن اتـي معـامـلي ، سهان نہ اتي دڪ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جنهن ڏينـهن نالا ڪپيا، جي ڳل ڪپي چڪ،
پهنِ نہ اتي معاملي، سهان نہ اِتي ڏڪ.

سنڌي ترجمو :

جنهن ڏينهن ناڙو وڍيو، ڪَنڌ ڪپي ها ڪو،
هجن نہ ها پو معاملا، ڏک نہ هجي ها ڪو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

نـالا = نـاڙو
چڪ = هيم هوتـن سين چُڪَ، سهو سگ نہ ساريان،
پهون سي سگـيڻيون، مون چڪ سين چاهہ. (شاهہ)

## 77

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:

چبڻ چلڻ رتڻ سي سٺينر يي گئي،
هيڙي متي ڏاه، سي جاني چلي گئي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چبڻ، چلڻ، رتڻ، سي سٺيڻ، يي گئي،
هينئڙي متين ڏي، سي جاني چلي گئي.

سنڌي ترجمو:

اکين، ڏندن، ڪنن، پيرن، سيني ساٿ ڇڏيو،
پيارا ساٿ ڇڏي ويا، دل کي سمجهايان ويٺو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

چبڻ = ڏند
چلڻ = پير
رتڻ = اکيون
سٺيڻر = ڪن
متين = متيون
ديهه = ڏي

## 78

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ، بري دا ڀلا ڪر غصہ منِ ن ھڍھاءِ ،
ديھي روگ ن لڳ اي پلي سڀ ڪڇ پاءِ .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

بري دا ڀلا ڪر، غصہ مَن نہ ھنڍا ءِ،
ديھي روگ نہ لڳئي، پلئہ سڀ ڪجھ پاء .

سنڌي ترجمو:

بڇڙن سان بہ ڪر تُو ڀلائي، ڪڏھن نہ ڪاوڙ ڪرِ،
پو ءِ روڳ نہ لڳندءِ ڪوئي، سڀ ڪي پَلوَ ۾ ڀر.

## 79

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا پنک پراهٽي ، ڏُني سُهاوا باغ ،
نو بت وجي صبح سون ، چلڻ ڪاڪر ساج .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا پنک پروهٽين، ڏُني سهاوا باغ،
نوبت وجي صبح سون، چلڻ دا ڪر ساج ٠

سنڌي ترجمو :

رنگا رنگي باغ آ دنيا. پکيڙا مهمان.
نوبت وڳي صبح جي. سهيڙ تون سامان ٠

ڏکين لفظن جي معني :

پنک = پکي
پروهٽين = مهمان
سهاوا = سهڻو. وڻندڙ
سون = سان. ڪان
ساج = تياري

## 80

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

فريدا رات ڪٿوري ونڊييي ستيا ملي ن ڀاڱ،
جنهان نيڻ نندراولي ، تنهان ملڻ ڪواڱ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

را ت ڪٿوري ونڊييي، ستيان ملي نہ ڀاڱ
جنهان نين نندراولي، تنهان ملي ڪياڱ.

**سنڌي ترجمو :**

رات وراهيون خوشبو ننڊ سان، ڪلهن ملي نہ پيار،
جن جا نين ننڊاڪا تن ڪي، ملندو ڇا اي يار.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

ونڊيئي = وراهجي
ڀاڱ = رس، ڀاڱو
ستيان = سمهڻ سان
نندراولي = ننڊاڪا

# 81

ڪرو ڪرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، هي جاڻيا دک مجهه ڪو دک سباني جڳ ،
اوچي چڑه ڪي ديکيا تان گهر گهر ايها اگ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

مين ڄاڻيا ڏک مجهه ڪون، ڏک سيائي جڳ،
اوچي چڙهه ڪي ڏيکيا، گهر گهر ايها اگ ۰

سنڌي ترجمو:

مون ڀانيون ڏک مون کي آهن، ڏک ۾ ڏيهه آ سارو،
گهر گهر ڏک جي باهِ ٻري ٿي، مون جو ليڙو پاتو ۰

## 82

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

ڪنڌي واھڻ ن داہ تو يي ليڪا ڏيوڻا ۽
جڌر رب رضاءِ ۽ وھڻ تداؤ گو ڪري.

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

ڪنڌي واھڙ نہ ڍاہِ ۽ تو يي ليڪا ڏيوڻا،
جڌر ر ب رضاء، وھڻ تداؤ گو ڪري.

سنڌي ترجمو:

واھُڙَ ڪنڌي نہ ڍاہِ ۽ تو پڻ ليڪو ڏيڻو،
تيڏانھن وھڪ سندياءِ، جيڏانھن رضا رب جي.

ڏکين لفظن جي معني:

واھڻ = واھڙ

داہ = ڍاہ

جڌر = جيڏانھن

تداؤ = تيڏانھن

گو = ھلڻ، وھڻ

واھُڙَ پيريون مَ پاءِ، تو پڻ ليڪو ڏيڻو،
سدا سانوڻ ڏينھڙا، ھيٺين نہ ھوندا،
ھاٺي ويندا، اوپرَ اوتاھان لھي. (شاھ)

## 83

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا دکا سيتي دِهُ گيا سولان سيتي راتِ ،
کڙا پڪاري پاتڻي ، بيڙا ڪپر واتِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏکان سيتي ڏينهن گيا، سولان سيتي را ت ،
کڙا پڪاري پاتڻي، بيڙا ڪپر وا ت.

سنڌي ترجمو :

ڏکن سندو ڏينهن ويو، سورن سندي رات،
پيو پڪاري پاتڻي، بيڙا ڪپر واتِ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

سيتي = سان
پاتڻي = وانجهي
ڏينهن لنگهيا، سنجها ٿي، اڳتون آئي رات ،
کڙا پڪاري پاتڻي، بيڙا ڪپر وات. (قاضي قادن)

## 84

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

لمي لمي ندي وهي ڪنڌي ڪيري هيت ،
بيڙي نون ڪپر ڪيا ڪري جي پاتڻ رهي سچيت .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

لمي لمي ندي وهي، ڪنڌي ڪيري هيڻ،
بيڙي ڪون ڪپر ڪيا ڪري، جي پاتڻ رهي سچيت .

سنڌي ترجمو :

درياه جي ڏس وهڪَ فريدڻ، ڪنڌي ڪيري هيٺ،
بيڙي کي سو ڇا ڪندو جي، مانجهي رهي سُچيت .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

لمي = ڊگهي
پاتڻ = مانجهي
سچيت = هشيار
سامونڊي سچيت، ٿي تہ پهچين پار کي. (شاھ)

## 85

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، گلیین سُجڻ ويھ اڪ ڍونڍيندي ن لهان ،
دکان جيو ماڻليھ ، ڪارن تنها ماہري .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڳلئين سُجهن ويھ، اڪ ڍونڍيندي نہ لهان .
دکان جيو ماليھ، ڪارڻ تهان، مان، پرين!

سنڌي ترجمو:

ڳلئين سُجهن ويھ، هڪ ڳولهيندي نہ لهان،
دُکان جنين ماليھ. ڪارڻ تهان، مان، پرين.

ڏکين لفظن جي معني:

ماليھ = ٻارڻ
تهان = اوهان

## 86

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ايھ تن ڀوڪنا نت نت دکي ڪون ،
کني بجي دي رهان ، کتي وگي پون.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا اي تن ڀونڪنا، نت نت دکن کنَ،
کنين ٻجي ڏي رها، کتي واڳ ڀون.

سنڌي ترجمو:

فريدڻ هي تَنُ ڀونڪنو، ڪيسين ڀونڪ ٻڌان،
ڪنن ۾ ڏيان ڪپھ سائين، کتي، واڳ وجهان.

# 87

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا ، رب کجوري پڪيان ماکيانني وَهَن ،
جو جو ونجي ڏينهڙا ، سو عمر هٿ پونهِ .

دوهي جي امڪاني پڑهٽي:

ر ب کجورين پڪيان، ماکيان تٿن وهن،
جو جو وڃي ڏينهڙا، سو عمر هٿ پون .

سنڌي ترجمو :

ربَ کجورون پڪيون، ماکيءَ نئن وهي،
جو جو لنگهي ڏينهڙو، عمرِ هٿ پوي .

# 88

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا تن سڪا پُنجُر ٿيا ، تليان کوندهِ ڪاگ ،
اجي سُ رَبُ ن باهڙيو ، ديک بندي ڪي ڀاگ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تَنُ سُڪا پنجر ٿيا، تليان کوندِن ڪاگ،
اجي سون ربُ نہ بوهڙيو، ديک بندي دي ڀاڳ •

سنڌي ترجمو :

تَنُ سڪي پڃرو ٿيو، ڪانءُ لڳا ڪانگ،
رب ڪي نہ ريجهاينءَ، هاءِ بندي جا ڀاڳ!

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

پنجر = پڃرو
تليان = پاسيريون
کوندِن = چهنب هڻي ڪاڻن
بوهڙيو = ڳوليو
اجي سون = اڃا تائين

## 89

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪاگا ڪرنگ ڍنڍوليا سگلا ڪايا ماس ،
اي دُءِ نينان مت ڇهيو پر ديکڻ دي آس .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪاگا، ڪرنگهه ڍنڍوليا، سگلا ڪايا ماس،
اي ڏُءِ نين نہ ڇوهيو، پر ڏيکڻ دي آس .

سنڌي ترجمو:

ڪاڏءِ سارو تن اي ڪانگل، ڪاڏءِ سارو ماس،
ٻي ٻہ نين نہ ڪائجانءِ، پرين ڏسڻ جي آس .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

سگلا = سارو
ڏُءِ = ٻہ سڄڻ ڏُر جڻ ڏُءِ ڪهي، جتّ نہ ڪيجي ٻہنگ.(قاضي قادن)
ڪرنگ = ڪرنگهو
ڍنڍوليا = ڳولهيڻ
پر = پرين

## 90

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪاڳا چوندڻ پنجرا بسي تَ اُڏر جاهِ
جتِ پنجري ميرا سُهُ وسي ماس نَ تدو کاهِ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪاڳا، چوندِ نہ پڃرا، بسي تہ اُڏر جاءِ،
جتِ پڃري ميرا شوه وسي، ماس نہ تدِو کاءِ.

سنڌي ترجمو:

تي سگهني تہ اُڏر اي ڪانگا، چوندي کاءُ نہ ماهُ .
جنهن پنجري ۾ پرين وسي ٿو، ماس نہ تنهنجو کاءُ.

ڏکين لفظن جي معني:

بسي = وس هليئي تہ، تي سگهيئي تہ
شوه = پرين
تدو = تنهنجو

## 91

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فـريـدا گـور نماڻي سڏ ڪري نگھريا گھر آؤ،
سـر پـر مـيـن تـي آوڻـا مـرنهـن ڊريـاؤ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

گـورَ نـمـاڻـي سڏ ڪري، نِگھريا گھر آءُ،
سَـر پَـر مـيـن تي آوڻا، مرڻئون نہ ڊرياءُ.

سنڌي ترجمو :

قبر نماڻي سڏ ڪري، بي گھر تون گھرِ آءُ،
مون وٽ نيٺ تہ اچڻو آهين، موت کان خوف نہ ڪاءُ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

گور = قبر
نگھريا = بي گھر
سَرِ پَر = نيٺ
مين تي = مون وٽ
آوڻا = اچڻو

## 92

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

ايني لونٽي ديکديا ڪيتي چل گئي ،
فريدا لوڪان آپٹو آپٹي ، مين آپٹي پئي .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

انهين لوئٽين ڏيکديان، ڪيتي چل گئي،
لوڪان آپٹو آپٹي، مين آهٹي پئي.

سنڌي ترجمو :

منهنجي اکڙين آڏو ماڻهو، ويا لڏي پرلوڪ،
مون کي پنهنجو فڪر ۽ هوڏانهن، فڪر ۾ آهي لوڪ .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

لوئٽين = اکين سان
ڏيکديان = ڏسندي
ڪيتي = ڪيترا

## 93

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

آپ سنوارهِ مي ملهه مي ڪليا سک هوءِ ،
فريدا جي تو ميرا هوءِ رهُ سڀ جڳ تيرا هوءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

آپُ سنوارين، مين ملان، مين مليا سک هوء،
جي تون ميرا هوء رهين، سڀ جڳ تيرا هوء٠

سنڌي ترجمو:

پاڻ سنوارين مون ملين، ملاڻ ۾ تني ني سُکُ،
تون جي منهنجو ٿي وڃين، تنهنجو ٿي سڀ جڳ٠

## 94

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪنڌي اُتي رُکڙا ڪچرڪ بنهي ڌيرُ،
فريدا ڪچي باندي رکيي ڪچر تاڻي نير.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنڌي ۽ اتي رکڙا، ڪچرڪ بنهي ڌيرُ
ڪچي ڀانڊي رکيي، ڪچر تائين نيرُ.

سنڌي ترجمو:

ڪپر مٿان وڻ اڪيلو، ڪيسين بيٺو هوندو،
ڪچي ٿانوَ ۾ پاڻي رکبو، جُهري سو آخر پوندو.

ڏکين لفظن جي معني:

رُکڙا = وڻ
ڪچري = ڪيستائين
بنهي = ٻڌي
ڌير = تسلي. ڌيه سيوڻي هيڪڙو، ڌير لدوسين ڀاڻ. (قاضي قادن)
نير = پاڻي. تو ٻڌر هي ٻيڙا تري، ڄِ ٿاڻ نير ڪو. (قاضي قادن)

## 95

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا محل نِسکڻ رہ گئي، واسا آيل تَلِ،
گوران سي نماڻيان، بهسن روحان مِلِ،
آکين شيخا بندگي، چلڻ اج ک کَلِ.

سنڌي ترجمو :

سڪنا محل ۽ ماڙيون، مٽيءَ ۾ آ گهرڙو،
قبرن ۾ ئي آخر سيني، ماڻهن جو آ ديرو،
شيخن ڪان وٺ موڪل هاڻي، جاڻ آيڻ وارو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

نسکڻ = خالي
واسا = رهڻ
تَلِ = زير زمين
گوران = قبرون
بهسن = ويهندا

# 96

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

اڪنان نو سب سوجهي آئي، اڪ فردي وي پرواها ،
عمل ج ڪيتي دُني وچ سي درگهه اوگاها ،
فريدا موتي دابنا ايوي جيو دريا جي ڍهاها ،
آگني دوجڪ بليا سيٽي هول پوي کهاها .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

**اڪنا نون سب سوجهي آئي اڪ فردي ويپرواها،**
**عمل جو ڪيتي دُني وچ، سي درگاه اوگاها،**
**موتي دابنان ايوين، جيو درياوي ڍاها،**
**اڳي دوجڪ تپيا ستيي، هول پوي کهاها .**

**سنڌي ترجمو :**

**ڪي تا اڳُ پٽُ سوچن سمجهن، ڪي هن بي پرواه،**
**عمل ڪيا جي، ڪم ايندا سي، سائين جي درگاه،**
**موتُ پائي ٿو جندڙيءَ ڪي جيئن، ڪنڌيءَ ڪي درياه،**
**ڪنبي ٿو تنُ منُ جو اڳتي آ، دوزخ سندي باه .**

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

اڪنان = ڪن ڪي
ويپر واها = بيپرواه
اوگاها = شاهد
ڍاها = ڍهي
کهاها = شور

# 97

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

فريدا دريا دي ڪنهي بگلا بيٺا ڪيل ڪري،
ڪيل ڪريدي هنجھ نو اچنتي باز پئي،
باز پئي تِس رب دي ڪيلان وسريان،
جو مَن چت نہ چيتي سنِ، سو ڳالهين رب ڪيان.

**دوھي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، درياوي ڪنهين هنج، بيٺا ڪيل ڪري،
ڪيل ڪريندي هنج نون، اچنتي باز پئي،
باز پئي تِس رب دي، ڪيلان وسريان،
جو مَنِ چتِ نہ چيتي سن، سي ڳالهين رب ڪيان.

**سنڌي ترجمو:**

نديءَ ڪناري هنج فريدٺ، ڪري ٿو وينو ناز،
ناز ڪندي تنهن هنج تي آيو، اوچتو شهباز،
رب کان نہ آيو باز تہ هن کان، وسريا ناز خوشي،
جيڪا ڳالھ نہ سوچيائين ٿي، سائي رب ڪئي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

درياوي = درياھ جي
ڪنهي = ڪنڌيءَ
ڪيل = خوشي
اچنتي = اوچتو
تِس = تنهن
ڪپر سنڌي دانهن. مت اچنتي اَلهڻ. (قاضي قادن)

## 98

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

سادي تري من ديهڙي جلي پاٿي انِ،
آيو بندا دني وچ وَتِ آ سوٺي بنهِ،
ملڪالموت جا آوسي سڀ دروازي ڀنهِ،
تنهان پياريان ڀانيان، اگي دِتا بَنِ،
ديکھ بندا چليا چَھُ جٹيان دي ڪنهِ،
فريدا عمل جو ڪيتي دُني وچ، درگھ آئي ڪَمِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهٺي:**

سادي تري من ديهڙي، جلي ڀاٿي انِ،
آيا بندا دُني وچ، وَتِ آسوٺي بَنِ،
تنهان پياريان ڀائيان، اڳي ڏتا بَنِ،
عمل وجو ڪيتي دُني وچ، دَرگھ آئي ڪَمِ.

**سنڌي ترجمو:**

سادا ٽي من بوتو تنهنجو، ڪاڏو ان ۽ جل،
بندو آيو دنيا ۾، ڪٺي آس اجهل،
در دروازي ڀڃي ايندءِ، جڏهن يار اجل،
مٽ ۽ مائٽ ڪم نہ ايندءِ، تنهن گهڙي تنهن پل،
ڏس تہ بندو هليو آخر، چئن ڪلهن تي سوار،
جڳ ۾ جيڪي ڪم ڪيائين، نيائين سي آخرڪار.

## 99

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا هو بلهاري تنه پنکيا جنگل جنهان واسُ ،
ڪڪرُ چگن ٿلِ وسن رب نہ چوڏن آس .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

هون بلهاري تِنِ پنکيان، جهنگل جنهان واس،
ڪَڪُر چگن، ٿل وسن، رَبِ نہ ڇڏن آس ·

سنڌي ترجمو :

تِنِ تان قربان پکي جي، بر ۾ واسو ڪن،
پَٿَر چوڳو، واس ٿرن ۾ رب ۾ آس رکن ·

ڪجهن لفظن جي معنيٰ :

هون = مان
صفت تنهنجي راڄيا، تون هون ڪينڻ ڪران. (قاضي قادن)
بلهاري = قربان
تنه = تنهن، تِنِ
پنکيان = پکيَ
پنکڙيان دڄنه، پڇ پلان ٿي نہ لهي. (قاضي قادن)

## 100

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

فريد رُت ڦري وَڻُ ڪنبيا پت جهڙي جهڙ پاهِ ،
چاري ڪندان ڍونديان وسڻ ڪتان ناهِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

رُت ڦري، وَڻَ ڪنبيا، پت جهڙين جهڙ پاهُ،
چاري ڪندان ڍونديان، وسڻ ڪتان ناهُ.

**سنڌي ترجمو:**

رتُ ڦري، وَڻَ ڪنبيا گهليو پن ڇڻ واءُ،
چارني ڪنڊان ڳولهيم، رهڻ ڪٿي بہ ناهُ.

## 101

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا پاڙ پٽولا ڌج ڪري ڪنبلڙي پهريو،
جنهن وسيي سُ ملي سيني ويس ڪريو.

**دوهي جي امڪاني پڙهٽي:**

ڦاڙ پٽولا ڌَجِ ڪري، ڪنبلڙي پهريي
جنهن ويسين شوه ملي، سي ئي ويس ڪريو.

**سنڌي ترجمو:**

پَٽ پٽولا ڦاڙِ فريدڻ ڦاٽل الفي پاءِ،
ويس جنهين سان پرين مليئي سوئي ويس هنداءِ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

پٽولا = پٽ پٽولا
ڌج = ڌجيون، ليڙون
شوه = پرين

# 102

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا تنھان مک ڊراوڻي جنا وساريو ناؤ،
ايٿي دک گھڻيريا آگي ٺور ن ٺاؤن .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

تنھان مک ڊراوڻي، جنھان وساريو ناؤن،
اتي ڏکَ گھڻيريا، آگي ٺور نہ ٺاؤن .

سنڌي ترجمو:

تنِ جا منھن ڀوائتا، يار وساريو جن،
ھتي ڏاڍا ڏک ڏسن ٿا، اڳتي واھَ نہ تن.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڊراوڻي = ڀوائتا
ايٿي = ھتي
گھڻيريا = گھڻيئي
ٺور نہ ٺاؤن = ڪو ٺڪاڻو نہ آھي

## 103

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا پڇلِ راتِ نہ جاڳيوہ جيو دڙو مُيوہِ ،
جي تي رب وساريا ربَ ن وسريوہِ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

پڇلِ راتِ نہ جاڳيون، جيوندڙو مُيون،
جي تين ربُ وساريا، ربَ نہ وِسريون .

سنڌي ترجمو :

پوئين پَهَر نہ جاڳنين، جيئرو ئي مئين،
تو تہ ربُ وساريو، ربَ ڪان نہ وسرئين .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

پڇل = پوئين
جاڳيون = جاڳين
جيوندڙو = جيئري
ميوہ = مئين
تي = تو
وسريوہ = وسرين

# 104

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا دل رتا اس دنُي سيو دنُي نہ ڪتي ڪم،
مثل فقيران گاکڙي سَُ پانيي پور ڪــرم.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

دل رتا اس دُني سيون، دُني نہ آ ئي ڪم
مثل فقيران گاکڙي، سوپائِيي پوڙ ڪــرم.

سنڌي ترجمو:

دلڙي ڦاٿي دنيا سان ۽ دنيا ڪم نہ آئــــي،
ڪرم سنڌءِ سان ملي وڃي، واٽ فقيرن واري.

ڏکين لفظن جي معني:

دني = دنيا. دني ڪسونڀي رنگ جيون، ويندو ٿي وڃي. (قاضي قادن)
رتا = رتي
سيون = سان
ڪيتي = ڪيا
گاکڙي = مشڪل
پور ڪرم = پوري ڪرم سان

## 105

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

پهلي پـهـري ڦلـڙا، ڦـل ب پڇـا رات ،
جو جاگنھ لھن سي ساني ڪـنـو دات .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

پهلي پهـريـن ڦلـڙا، ڦـل بـ پـڇـا را ت ،
جو جاڳن لهن سي، سـائينءَ ڪنون ڏا ت.

**سنڌي ترجمو:**

پهرين پهرين ڦلڙا، ڦلُ بہ آڌيءَ رات،
جي جاڳن لهن سي، سائينءَ وٽان ڏات.

## 106

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

ڍوڍيندي سهاگ ڪُو تو تنِ ڪاني ڪور،
جهنا ناؤ سهاڳڻي تنها جهاڪ ن هور.

**دوھي جي امڪاني پڙھڻي:**

ڍونڍيندي سهاڳ ڪون، تو تَن ڪائي ڪور،
جنهان نانءُ سهاڳڻي، تنهان جهاڪ نہ هور.

**سنڌي ترجمو:**

ڳولين ٿي تو پريتم پنهنجو، تو ۾ ڪائي ڪسر،
جيڪي سدا سهاڳڻيون، تنِ سان تنِ جا وَر.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڍونڍيندي = ڳوليندي
ڪون = کي
ڪور = ڪسر
جهاڪ = ڊپ
هور = هولَ هُنَ ٻيَرِ سندو هور، مٺان ٿو معاف ٿٿي، (شاهه)
ڏنا تهين لوڪ تان، هڙئي ڏٺي ءَ هورَ. (شاهه)

## 107

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

صبر منجهه ڪمان اي ، صبر ڪانيهڙو ،
صبر سندا باڻ ، خالق خطا ن ڪري .

سنڌي ترجمو :

صبرَ منجهه ڪمان، صبر ڪانيڙو،
صبر سدا ٻاڻ، خالق خطا نہ ڪري.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ڪانيهڙو = ڪانيڙو، ڪان جو اسم تصغير،
اي = هن اکر جو واڌارو ڪيل آهي.

## 108

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

صبر اندر صابري تَنُ ايوي جاليئه ،
هون نجيڪ خداءِ دي، پيت نہ ڪسي ڏين ۔

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

صبر اندر صابري، تن ايوين جالين،
هُوَن نجيڪ خداء دي، پيد نہ ڪسي ڏين ۔

سنڌي ترجمو :

صَبَر اندر صابري، ائين تا جالين،
ويجها آهن رب کي، پيد نہ ڪنهن کي ڏين ۔

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ايوين = ائين
نجيڪ = نزديڪ ، ويجها
پيت = پيد

## 109

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

صبر ايهہ سآؤ جي تون بندا دِڙ ڪرِه ،
وڌ ٿيو درياهُ ، ٽٽ نہ ٿيوَهِ واهُڙا .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

سنڌي ترجمو:

صبر ايءُ سهاءُ، جي تون بندا دِڙ ڪرين،
وَڌِ ٿي وَهُ درياهُ، ٽٽ نہ ٿي وَهَ واهڙ.

# 110

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريدا ، دردر وسيني گاڪڙي ، چوپڙي پريت ،
اڪـن ڪـنـي چاليني درويشان دي ريت .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

در در وسيئي گاڪڙي، چوپڙي پريت،
اڪن ڪنين چاليهي، درويشان دي ريت.

سنڌي ترجمو:

درويشيءَ جي واٽ اٺانگي، لوڀ ڀريل آ پريت
چاليهن مان ڪو هڪ ني جاڻي، درويشيءَ جي ريت.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

گاڪڙي = مشڪل
چوپڙي = سٺيي
اڪن = هڪ
ڪنين = وِٽَانِ مان

## 111

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

تَنُ تپي تنورِ جيئو، ٻالڻ هڏ ٻلنھ ،
پيرين ٿڪان سرِ چلا جي مون پرين ملن.

**سنڌي ترجمو :**

تَنُ تپي تنور جينئن. ٻارڻ هڏ ٻرن.
پيرين ٿڪان، سرِ هلان، جي مون پرين ملن.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

جيو = جيان  تن ۾ پلڪ مشعلان، سندان سيرين.
ٻالڻ = ٻارڻ  جان جان ٻريان نه مڙيڪ، تَنُ ڪالي جئن ٻال.
ٻلنھ = ٻرن  مون تنھائي سندي ٻُڪ، جنھين مشڪ مٿي پلڪ،
ڪڏهين ڪنھين نه ڪيو، چلڻ منجھان چاڻ. (شاهه)
چِلان = هلان

## 112

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

سرور پنکي هيڪڙو ، ڦاهيوال پچاس ،
ايهه تن لهرين گڏ ٿيا ، سچي تيري آس .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

**سنڌي ترجمو :**

جـر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاه،
تـن لهرن سان گڏ ٿيو، تو ۾ آس الله.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

سرور = ڍنـڍ، تلاءُ
پنکي = پکي
ڦاهيوال = ڦاسائيندڙ
ايهه = هي

جر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاهه،
رکي آس الله، لڏي لهرن وچ ۾.(شاهه)

## 113

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

ڪوڻ سُ اکر ڪوڻ گڻ ڪوڻ سُ مڻيا منت ،
ڪوڻ ويسو هو ڪري جت وس آوي ڪَنت •

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪوڻ سو اکر، ڪوڻ ڳڻ، ڪوڻ سو مڻيا منت،
ڪوڻ سو ويسو هو ڪري، جو وَس آوي ڪَنت •

**سنڌي ترجمو:**

ڪهڙو اکر، ڪهڙو ڳڻ آ. ڪهڙو سو مانڪ
ڪهڙو ويس ڪري جو هنڪي، ملي پرين ء جي سڪ

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪوڻ = ڪهڙو ڪوڻ سُو ويلا، وخت ڪوڻ، ڪوڻ ٿِتِ، ڪوڻ وار• (ڇپ جي)

سُ = سو جت سچ سنسار سان، سُ جي ساڻ هوءِ•

گڻ = ڳڻ

مڻيا = مڻيو. موتي مون تنها سندي بک، جنهن جي تسڪ مڻي ٻلڻ•

منت = هن ڪي وٺندڙ. برهم گياني ڪي چنت، برهم گيلاني ڪا نرمل منت• (سڪمڻي)
انت نہ چاهي ڪيا من منت (ڇپ جي)

هو = هوءَ

جت = جو، جنهن سان

ڪنت = ڪانڌ

# 114

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

نِوَڻُ سُ اکرُ کِوڻ گڻ، جھيبا مڻيا منت،
اي تري ڀيٿين ويس ڪرتان وس آوي ڪَنت•

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

نِوَڻُ سو اکر، کِوَڻ ڳُڻُ جِڀ مڻيا منت،
اي تري ڀيٽي ويس ڪرتان وس آوي ڪَنت•

سنڌي ترجمو:

نِوَڻُ سو اکرُ، کِوَڻُ ڳڻ، مٺڙا ٻول تي ماڻڪ،
ھي جي تون ٽي ويس ڪرين تہ ملئي پرين ڌ جي سڪ

ڏکين لفظن جي معنيٰ:
کوڻ = صبر
جھيھا = جڀ آ
مڻيا = مڻيو
تان = تہ
ڪَنت = ڪانڌ

## 115

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

مت ھوندي ھوءِ اياڻا تاڻ ھوندي ھوءِ نتاڻا ،
اڻ ھوندي آپ ونڊائي، ايسا ڪوئي ڀڳت سدائي.

**دوھي جي امڪاني پڙھڻي:**

مَتِ ھوندي ھوءِ اياڻا، تاڻَ ھوندي ھوءِ نتاڻا،
اڻ ھوندي آپ ونڊائي ايسا ڪوئي ڀڳت سڏائي.

**سنڌي ترجمو:**

مَتِ ھوندي جو ٿئي اياڻو، تاڻ ھوندي بہ ٿئي نتاڻو،
اڻ ھوندي بہ سڀ ڪي ورھائي، سوئي ساڌو ڀڳت سڏائي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

مَت = عقل، سمجھ
اياڻا = اياڻو
تاڻ = طاقت
نتاڻا = ڪمزور
ونڊائي = ورھائي

## 116

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو :

اک ڦکان گالھاءِ سينا ۾ سچا ڌڻي،
هياؤن ڪيهي ٺاه، ماڻک سڀ امولوين

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اک ڦکا نہ ڳالها، سينا ۾ سچا ڌڻي
هنياؤن ڪيهي ٺاهِ، ماڻک سڀ امولوين۔

سنڌي ترجمو :

هک ڦکو نہ ڳالهاءِ، سيني ۾ سچو ڌڻي،
ڪنهن جو هينئڙو ٺاه، ماڻک سڀ املھ ٿي۔

ڏکين لفظن جي معني:
ڦکا = ڦکو
سينا = سيني
هياؤن = جي تون منجھ هنيان ۾، وو سڀ ڪلي پرکڻو. (قاضي قادن)
امولوين = املھ
امُل آڇ مَ ان کي، جي نہ پروڙين مَٽِ (شاھ)

## 117

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

سينان مين ماٹڪ ، ٹاهڻ مول مچنگوا ،
جيهه تو پريان دي سڪ ، هياڙن ٹامي کهيندا ۔

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

سينا من ماٹڪ ، ڍاهڻ مول مچنگوا ،
جي تو پريان سڪ ، هيانءُ ٹاه کهيندا ۔

**سنڌي ترجمو:**

سيني من ماٹڪ ، ڪنهنجو مَنُ نہ ڊاهِ ،
جي تو پريان سڪ ، تہ ڊٺل من کي ٹاهِ ۔

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

سينان = سيني
= هتي غلطي سان لفظ ٹاهڻ اچي ويو آهي. اصل ۾ هت ڍاهڻ هئڻ گهربو هو.
ٹاهڻ
مچنگوا = چڱو ناهي
مول = بلڪل
کهيندا = ڪنهن جو

## 1

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:

تپ تپ لُهِ لُهِ هاٿ مروڙؤ،
باول هوني سو شَه لوڙؤ.

دوهي جي اصلاني پڙهڻي:

تپ تپ لُهہ لُهہ هاٿ مروڙون،
بادل هوئي سو شوہ لوڙهون.

سنڌي ترجمو:

لنءُ لنءُ لهس آ. هَٿ مروڙيان،
پاڳل بڻجي پريتم ڳولهيان.

## 2

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

تي سهه٘ من مهه ڪيا روس،
مُجهه اوَگڻ سهه ناهي دوس.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

تين شوه مون منهه ڪا روس،
مجهه اوگڻ شوه ناهي دوس

**سنڌي ترجمو:**

مون سان ڪهڙو يار رسامو،
اوڳڻ ڏاڍا، عيبن هاڻو.

# 3

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

تي صاحب دي مي سار نه جاڻي،
جوبن کوءِ پاڇي پڇتاڻي.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

تين صاحب دي مين سار نہ جاڻي،
جوبن کوء پاڇي پڇتاڻي.

**سنڌي ترجمو:**

تو صاحب جي سار نہ ڪيڙم،
جوڀن ويڙو پو پڇتايم.

## 4

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪالي ڪوئل تُو ڪِت گُن ڪالي،
اپني پريتم کي هو برها جالي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪالي ڪوئل تُو ڪهتِ گُنِ ڪالي،
اپني پريتم کي هون برهي جالي.

سنڌي ترجمو:

ڪوئل ڙي، تون ڇو آن ڪاري،
پريتم جي مان وره جي ماري.

## 5

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

برهي بِهُون ڪنٿ سک پاني،
جا هوءِ ڪرپال تا پريو ملاني.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

برهي. بهون، ڪمٿ سک پائي،
جان هوء ڪرپا تان، پريو ملائي.

سنڌي ترجمو :

وره ستاني، ڪينن سک پاني،
ڪرم ني تنهنجو پرين ملاني.

## 6

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

وڏن ڳُوهِي مُنڌَ اڪيلي،
نا ڪو ساٿي نا ڪو بيلي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

وڏن ڪوهي مُنڌَ اڪيلي،
نہ ڪوئي ساٿي نہ ڪوئي بيلي.

سنڌي ترجمو :

ڪوهَ انڌي ۾ مُنڌَ اڪيلي،
ڪوني نہ ساٿي ڪوني نہ بيلي.

## 7

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:

ڪر ڪريا پرڀ ساڌ سنگ بيلي،
جا ڦر ديکا تا ميرا الھ ٻيلي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪچر ڪريا پرڀ ساڌسنگ ميلي،
جا ڦر ڏيکان تان ميرا الله بيلي.

سنڌي ترجمو:

ساڌوءَ تي تي ڪرم جي تنھنجو،
الله ٻيلي آهي منھنجو.

# 8

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

واٽ هماري کري اُڏيٺي،
کنياه تکي بهت پتيٺي.

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

وا ٽ هماري کري اڏيٺي،
کٺيون تکي بهت بئيٺي.

سنڌي ترجمو:

واٽ اسان جي کري اٺانگي،
تيغ کان تکڙي جنهن جي ڌار.

## 9

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

اس اوپر هي مارگ ميرا ،
شيخ فريدا پنٿ سمهار سويرا

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اس اوپر هي مارڳ ميرا،
فريدا پنٿ سنڀار سويرا ۔

سنڌي ترجمو :

ان تي آهي مارڳ منهنجو،
واٽ وٺي هل پار سويرو ۔

## 10

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل نوھو:

بيڙا باند نہ سڪيو، بنڌن ڪي ويلا،
پر سرور جب اُڇلي، تب ترهڻ ڏھيلا،
ھٿ نہ لاءِ ڪسنبڙي، جل جاسي ڍولا،
اڪ آپٽي پتلي شوه ڪي ري بولا،
ڏڏا ٿٽي نہ آوني، ڦر ھوني نہ ميلا،
ڪھي فريد سھيليو، شوه الائيسي،
ھنس چل سي ڏھلا، ايھ تن ڍير ٿيسي.

سنڌي ترجمو:

ٻڌڻ جو ھو وقت ٻڌي نہ، ٻيڙي ڪپ سان تو،
جڏھن چاڙھ ڪريٽو دریاه، ترڻ پو ءِ آ ڏکيو،
ويندو ڳل ڪومانجي، ھٿڙو لا ءِ نہ ڍول،
پنھنجي موملڙيءَ سان ، ٻوليا پرينءَ ٻول،
ڏڌو پوي نہ ٿڻن ۾ وڃڙي ٿني نہ ميلو،
چئي فريدڻ اديون، ساجن ڳالھ ڪندو،
ھنج تہ اڏري ويندو ءِ پو، ھي تن ڍيري ٿيندو.

# 1

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

بولي شيخ فريد ، پياري الھ لڳي ،
ايھ تن هوسي خاڪ ، نماڻي گور گھري .

سنڌي ترجمو :

ڳالھ ڪريان تو الھ لڳي، ڳالھ تي ڏيان تون ڏر،
هي تن ٿيندو خاڪ فريدن، قبر ۾ هوندو گھر .

## 2

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

آج مـــلا وا شـيــخ فـــريـــد،

ٹاکمر کونجان، مـــن مچـنـدڑیـان۔

سنڌي ترجمو :

ملڻ جو ڏينهن آ، من کي روڪيون،

منُ هرڪائن، آس جون ڪونجون.

## 3

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جي ڄاڻا مرجائيسي، گهم نہ آئيسي،
جهوٺي دنيا لگ نہ آپ وڃائيسي.

سنڌي ترجمو :

سڀ کي آخر مرڻو آهه، هجي اها جي ڄاڻ،
پئيان لڳي هن ڪوڙي جڳ جي، ڇو وڃايون پاڻ.

# 4

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

بوليــي سچ ڌرم، جھوٺ نہ بوليــي،
جو گر دسي واٽ، مريدان جوليــي.

سنڌي ترجمو:

سچ اسان جو دين ڌرم آ، سچ ڳالهاءِ سدائين،
مرشد جيڪا واٽ ڏسي، تون وٺ سا واٽ او سائين.

## 5

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

چيل لنگهيندي پار، گوري من ڏريا،
ڪنچن ونئيَ پاسي، ڪلوتِ چيريا.

سنڌي ترجمو:

**ويندو پار ڏسي سهڻل کي، گجريءَ جو من هرڪيو،**
**سهڻل جي ڏس سونهن ونيءَ جي، ڪنٹري من کي چيريو.**

## 6

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

شيخ حياتي جڳ نہ ڪوني ٿر رهيا ،
جس آسڻ هم بيٺي ، ڪيٺي بيٺ گيا .

**سنڌي ترجمو:**

**هن جڳ ۾ او يار فريدڻ، جيڻ ڏينهن ٻہ چار،**
**جاتي ويٺا آهيون تاتي، ويٺا لک هزار.**

7

گرو گرنت صاحب ۾ ٽنل دوهو:

ڪاتڪ ڪونجان، چيٽ ڏينهن، ساوڻ بجليان،
سيالي سونهنديان، پرِ ڳل بانهڙيان.

سنڌي ترجمو:

ڪاتڪ ڪونجون، چيٽ جا ڏينهن، ساوڻ چمڪن وڄڙيون،
رات سياري، ڳل ۾ سونهن، پرينءَ ٻرانڙيون.

## 8

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

چلي چلڻ هار، وچاران لئہ منون،
گنديندیان جي ماه ٽنديان هڪ ڪنو.

سنڌي ترجمو:

هليا هلڻ هار، ڏسي ويچارو من،
ڳنڍيندي جمار، ٽنندي هڪ ڪن.

## 9

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو :

زمين پڇي اسمان فريدا ، کيوٽ ڪٽ گئي ،
جالن گوران نال ، اُلانيي جيا سهي.

سنڌي ترجمو :

پڇي پٽي اج ڌرتي اُڀ کان، مانجهي ڪيڏانهن ويا،
سڙيا آهن قبرن ۾ سي، ڇوڏر باھ جا اُلا.

# بابا فريد جي شاعريءَ جي سنڌي ادب ۾ اهميت

بابا فريد بنيادي طرح سرائڪي زبان جو شاعر آهي پر سندس شاعري هيٺين ٽن ڳالهين جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿي:

(1) بابا فريد جي شاعري سنڌي شاعريءَ تي اڻ مٽ نقش ڇڏيا آهن.

(2) بابا فريدَ سرائڪيءَ سان گڏوگڏ سنڌيءَ ۾ به شاعري ڪئي آهي، جيڪا سنڌي ادب جي اوسر جي تاريخ جي مطالعي لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿي.

(3) بابا جي شاعري لسانيات جي ماهرن لاءِ لساني رابطن جي مطالعي لاءِ وڏو مواد مهيا ڪري ٿي.

بابا فريد جي شاعريءَ جي مطالعي مان لڳي ٿو ته سندس شاعريءَ جا سنڌي شاعريءَ تي اڻ مٽ نقش آهن ۽ منهنجو خيال آهي ته سنڌي شاعريءَ ۾ "ڪانگل" ۽ "هنج" جون علامتون بابا جي شاعريءَ مان ئي آيون آهن. قاضي قادن ۽ شاهه سائين جي شاعريءَ تي به بابا جي شاعريءَ جا ڪي اڻ ڇٽا نقش نظر اچن ٿا. شاهه سائين ته بابا جي هڪڙي دوهي جو اکري ترجمو ڪيو ۽ ٻئي دوهي جي پهرئين مصرع کڻي ان تي پنهنجو بيت لکيو. مثال

بابا فريد جو دوهو:

سرور پنکي هيڪڙو، ڦاهيوال پچاس،
اي تنُ لهرين گڏ ٿيا، سچي تيري آس.

شاهه لطيف:

جر ۾ پکي هيڪڙو، ڦاهيوڙي پنجاهه،
رکي آس الله، لڏي لهرن وچ ۾.

بابا فريد:

ڪنڌي واهڙ نہ ڍاهِ، تو ڀي ليکا ڏيوڻا،
جڌر رب رضاءِ، وهڻ تداؤ گو ڪري.

شاهه لطيف:

واهُڙَ پرين ۾ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيڻو،
سدا ساوڻ ڏينهڙا، هيئين نہ هونداءِ،
وهاڻي ويندءِ، اوير اوتاهان لهي.
(مهاڳ مان ورتل)

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ،
ڄامشورو.



ISBN 969-405-033-2

